# آواره

(نـاول)

موهن ڪلپنا



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1994ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ چوراسي

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | نيو فيمس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد. |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ | عبدالبرادرس ليزر ڪمپوزنگ سسٽم،<br>لجپت روڊ، حيدرآباد سنڌ. |
| ٽائيٽل ڪئليگرافي | بشير احمد جمالي |
| پهريون ايڊيشن | اپريل 1994ع |

قيمت 50/= رپيا



---

*AWARA (Novel) Written by MOHAN KALPANA. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition in Pakistan April 1994. Price per Copy Rs. 50/-*
*Book No. 184.*

موهن ڪلپنا جي ليکن- ڪلا ۾ نازڪ گهرائيءَ جو بنيادي ڪارڻ صرف اهو آهي جو هن جي رچنا ۾ دل ۽ دماغ، ٻنهي جي هستيءَ جو پورو پورو حصو ڏنل هوندو آهي. ڪي ليکڪ، جيئن ڪليءَ ۾ ڪپڙا ٽنگيا آهن، تيئن ڪي ڪي خاص مسئلا کڻي انهن ۾ پنهنجن ڪردارن کي ٽنگي ڇڏيندا آهن ته پل ته پيا ڪرڪن ۽ ڪنجهن، لچن ۽ ڦٿڪن، ۽ اتي ليکن- ڪلا بريءَ ريت هڪ وڏي شڪست کائي مري وڃي ٿي. پنهنجن ڪردارن کي ڪليءَ ۾ ٽنگي ڦٿڪائڻ کان بهتر آهي ته هنن کي ڇوٽ ڇڏيو وڃي ته هو هرطرف گهمندا ڦرندا وتن. پاڻيندا ڪوڙيندا وتن. باريڪ بينيءَ سان جاچي ڏسبو ته اِن پاڻڻ ۽ ڪوڙڻ ۾ ئي زندگيءَ جا راز، مسئلا ۽ انهن جا حل اچي وڃن ٿا.

"آواره" جا ڪردار به پنهنجي پنهنجي دنيا جا خودمختيار سورما آهن. ٻاهران ائين پيو لڳندو ته هو زماني جي چال سان بدلجندا رهن ٿا، پر جي ٿورو به منجهس جهانڪي پائي ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته هو زماني جي چال سان نه، بلڪه زمانو هنن جي چال سان بدلجي رهيو آهي.

اهوئي زندگيءَ جو راز آهي، جو موهن ڪلپنا "آواره" ۾ ڏنو آهي.

جنم ڪرانتي

29 ڊسمبر 1953ع - ديال آهوجا

## ليکڪ جي قلم مان

ان رات... ... ... رات جي تاريڪيءَ ۾، مون سرسوتيءَ جي آنچل کي پڪڙيندي چيو، ”وڃي ٿي سجني تہ ڀلي وڃ. ڀل وڃي ٻيهہ کي بہ بيدار ڪر تہ تون پرتويءَ جي منش سماج جي هوندي، آسمان جي چنڊ ۽ تارن ۾ نرواست رهڻ نہ ٿي چاهين. تہ تون ڪروڙين انسانن جي هوندي، چند ماڻهن جي مرڪز ۾، انگور جي رس جي بوتل هٿ ۾ جهلي نچڻ ۽ ڳائڻ نہ ٿي چاهين. تہ تون صرف سرسبز کيتن ۽ شاداب ماترين ۾ رهي، کيتن جي سنگن جيان جهومڻ ۽ جهومائڻ ٿي چاهين. مگر وڃڻ کان اڳ بينا جي تارن کي ڇيڙي ڪا مني جهنڪار تہ ٻڌائي وڃ.“

منهنجي قريب قريب اچي، اڌ اکيون پوري مسڪرائي چيائين، ”اڙي پڳلا، منهنجي بينا جو آلاپ تہ تنهنجي ڪلا ۾ آهي. ڪلاڪار ٿي تہ منهنجو جنم داتا ۽ پالڻهار آهي.“ ڪلهي تي هٿ رکي، هلڪو زور ڏيندي چيائين، ”تون قلم کڻ، مان گنگنائيندي رهنديس.“ ... ... ۽ سرسوتي گنگنائيندي رهي.

سنتو نگر 4-5

28 ڊسمبر 1953

## (1)

ڪئمپ ڪان پري، اتر اوير واري ڇدي جهنگل ۾، ألهاس نديءَ جي ڪناري، گدامڙيءَ جي وڻ هيٺان، هڪ جهوپڙي اڏيل هئي. جهوپڙيءَ اندر، چئني ڪندن ۾ نڪر جا چار ڏيئا ٻري رهيا هئا. جهوپڙيءَ ۾ ڪو خاص سامان ڪونہ هئو. بس هڪ ٻہ تڏو، هڪ ٻہ ڪاٺ جي پيتي ۽ هڪ اڌ ڪٽ. باقي ها! عجيب قسمن جون ٻوٽيون، نانگن جيان وَر-وڪڙ ٽيل لڪڙيون، ۽ ڪي پريل تہ ڪي خالي بوتلون تہ ڪُنڊ پاسيريون جام پيون هيون ۽ اشوڪ ٻيٺي ٻيٺي، عجيب دلچسپيءَ سان، انهن چيزن ڏانهن نهاري رهيو هئو.

جوڳيءَ اشوڪ ڪان شراب جي بوتل وٺي پنهنجي پاسي ۾ رکي، ۽ پوءِ ناس جي دٻليءَ مان چپٽي وٺي هن اشوڪ ڏانهن نهاريو. اشوڪ سمجهيو تہ اجها ٿي جهوپڙي ڇڪين جي آواز سان پرجي وجي، مگر ائين ٿيو ڪين. جهوپڙيءَ ۾ صرف جوڳيءَ جو آواز ڦهلجي ويو. هو چئي رهيو هو، "ڪيستائين بيٺو رهندين بابو؟" اشوڪ چپ چاپ سندس سامهون هڪ تڏي تي ويهي رهيو.

جوڳيءَ پڇيس، "بابوجي تنهنجي پريتما جو نالو؟"

"موهني!" جواب ۾ گويا ڪو شيشو ڀڳو.

"هنجو بدن؟"

"مون ڪان ڪجهہ پريل."

جوڳي آهستي آهستي اٿي، هڪ ڪنڊ مان ٿي ڪوڏيون؛ هڪ ڪوٺلو ۽ ڏيئو کڻي اچي ساڳيءَ جڳهہ تي ويٺو. پنيان رکيل پنگ گهوٽڻ واري ڪونڊي کي پنهنجي اڳيان ابتو ڪري مٿانئس ڏيئو ۽ پاسي ۾ شراب جي بوتل رکيائين؛ ۽ پوءِ چيٽي سان ليپيل زمين تي ڪوئلي سان اڌ اکري ڳجهارت جي خانن جيان خانا ٺاهي، ڪالي ماتا جي جئہ چئي هن انهن ٽن ڪوڏين کي خانن طرف ڦٽي

ڪيو. ۽ پوءِ تيز نگاهن سان انهن کي نهاري ويٺو جوڙ ۽ ضربون، ونڊون ۽ ڪٽون ڪرڻ. مطلب تہ ڪنهن حساب کي سمجهڻ لاءِ ڪوڙا هٿي رهيو هئو ۽ جڏهين ڪوڙو لڳي ويو تڏهن هن مسڪرائي اشوڪ ڏانهن نهاريو.

اشوڪ بيتاب ٿي پڇيو، "جوڳي مهراج! ڇا مونکي منهنجي موهني ملندي؟"

"موهني آزاد خيال ۽ خود پسند استري آهي."

"مان بہ آزاد خيال ۽ خود پسند آهيان مهراج."

جوڳي نرڙ ۾ گهنج وجهي، اڌ اکيون بند ڪري گنڀيرتا سان چيو، "ڇا تون موهنيءَ سان همر- بستر ٿيڻ چاهين ٿو؟"

اشوڪ کي گويا ڪنهن ڇاتيءَ تي لت ٺڪاؤ ڪئي. پاڻ سنڀاليندي چيائين، "مان روحاني پريمي آهيان، مهراج!"

"روحاني پريمي!" جوڳيءَ عجب ۾ چيو.

"جي ها مهراج."

اهو ٻڌي جوڳيءَ جون اڌ بند ٿيل اکيون تہ برابر سڄيون کلي ويون، مگر هن جي گهنجيل پيشاني وڌيڪ گهنجن سان ڀرجي ويئي.

هن وقت تائين جي بہ جوڳي مهراج وٽ آيا هئا سي روپ، جوانيءَ ۽ سندرتا جا پوڄاري. وڏا وڏا حسن پرست؛ جن جوڳيءَ کان جوڳ جي ساڌنا جو طريقو پڇي، مختلف جنسي خوبصورتيءَ جي روح کي پنهنجي مٺيءَ ۾ بند ٿي ڪيو. چوڻ ۾ ائين ايندو هئو تہ هيءُ بينگالي جوڳي روپ پوڄارين جي معشوقائن جا روح شراب جي بوتل ۾ گهرائيندو هئو ۽ جن کي بوتل ۾ بند ڪري ڪين سندن جسم پرستن سان نينهن جوڙڻ لاءِ مجبور ڪندو هئو. ٻڌڻ ۾ ائين هئو تہ هن جوڳيءَ پنهنجي جنترن، منترن سان ڪيترن جون منو ڪامنائون پوريون ڪيون هيون ۽ ان جي بدلي ۾ وٺندو هئو شراب جي بوتل.

ڇا ڪائيندو هئو؛ ڪٿان آڻي ڪائيندو هئو يا ڪير ڪيس ڪارائيندو هئو وغيره جي ڪنهن کي بہ، ڪا بہ خبر ڪونہ هئي. هو ڏينهن جو ڪنهن سان بہ نہ ملندو هئو. ان ڏينهن اشوڪ سان بہ ملڻ کان انڪار ڪندي چيائين تہ جو

ڪجهه اشوڪ کي چوٿو هئو سو رات جو ڪيڏيءَ مهل بہ اچي چوي.

هاٿي اشوڪ جو جواب ٻڌي هن چيو، ”تہ پوءِ مون وٽ ڪيئن آيو آهين؟“

”صرف اهو پڇڻ تہ منهنجي موهني، جنهن کي مان پريم سان بينا پڪاريندو آهيان؛ مونکي ملي سگهندي يا نہ؟“ اشوڪ اتير تي چيو، ”پر ايترو ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان تہ اجڪلهہ هوءَ ڇا ڪندي آهي ۽ ڪٿي ڪهڙي شهر ۾، ڪهڙين حالتن ۾ رهندي آهي، مون کي ڪا خبر ڪونهي.“

اهو ٻڌي جوڳي پريشان جذبن ۾ گرفتار ٿي ويو.

جوڳيءَ جي چهري تي اُلجهن جا آثار ڏسي اشوڪ چيو، ”ڇئو تہ مان توهان کي پنهنجي پريم- ڪهاڻي ٻڌايان!“

”بابو، ڪامل سمجهي ويو آهي تہ بابوءَ جي پريتما بابوءَ کان وڇڙيل آهي. بابو ڪيس پائڻ لاءِ بيچين آهي. مگر بابو چنتا نہ ڪر. اجان ڪالي ماتا جي آسيس آهي. گذريل ۽ ايندڙ زماني جو حال جيڪڏهن حال ۾ نہ ٻڌائي سگهون تہ باقي ڪالي ماتا جو چمتڪار ڪهڙو؟!“

ڪائنات جي هر چيز مٿان ڪاليءَ جو راڄ آهي ۽ ان راز کي صرف ڪامل ئي ڄاڻي ٿو. ڏس مان هينئر، هن وقت تهنجي پريتما جي روح کي هن شراب جي بوتل ۾ گهرايان ٿو. تون شايد ڪيس ڏسي نہ سگهين. ڇاڪاڻ جو ان کي ڏسڻ لاءِ آتما جي جاڳرت درشٽي کپي.“

”آتما جي جاڳرت درشٽي ڇا مهراج؟“

”هڪ اها درشٽي جنهن سان آتما خود ڏسندي آهي. بابو! ڪرشن ڀڳوان جڏهن جنگ جي ميدان تي ارجن کي پنهنجو وراٽ سروپ ڏيکاريو هو تڏهين اهو روپ صرف ارجن ئي ڏسي سگهيو هو؛ جيتوڻيڪ ان وقت ڪروڪيتر ۾ لکين جوڌا موجود هئا. ڪارڻ جو ڪرشن جي ڪرپا سان ٿوري وقت لاءِ ارجن جي آتما جاڳرت ٿي ويئي هئي. بابو! مونکي، دويہ درشٽي بيشڪ آهي. مگر مان روحاني ٻل جي طاقت سان، ڪرشن جيان؛ تهنجي آتما کي جاڳرت نٿو ڪري سگهان!“

"تہ مان سچ پچ ڪونہ ڏسي سگھندس مھراج؟"

"مان مجبور آھيان بابو!"

اھو جواب ٻڌي اشوڪ اشانت ٿي جوڳيءَ جي جھري ڏانھن نھارڻ لڳو ۽ جوڳي وري بنگلا ٻوليءَ ۾ ويو عجيب و غريب منتر اُچاريندو. ھن بوتل جو منھن کولي ڇڏيو ۽ پوءِ ٽڪ ٽڪ ڏيئي جي جوت ۾ نھاريندو رھيو. اشوڪ لاءِ وقت ڄڻ جونءَ جي چال وانگر وڌڻ لڳو، مگر بيقراري ھرڻ جي ٻوڙ جيان.

اوچتو جوڳيءَ ھڪ زوردار، وڏو ٽھڪ ڏيئي ٻوچ سان ٻوتل جو منھن بند ڪري ڇڏيو ۽ اھو خوفناڪ ٽھڪ ٻڌي اشوڪ ايترو تہ ڇرڪي ويو جو ٿوري وقت لاءِ، ھن ائين محسوس ڪيو گويا ترتي ڏڏي رھي ھئي ۽ بادل گرجي رھيا ھئا.

پر پوءِ ھن سمجھيو تہ ھاڻ موھنيءَ جو روح، ان بوتل ۾ اچي چڪو ھئو. دل ۾ اُٿندڙ اُڌمن ۽ ترڦندڙن ارمانن کي اکين ۾ آڻي، مسرتن سان ڀريل مخمور نگاھن سان شراب جي بوتل ڏانھن نھارڻ لڳو. ليڪن منجھس تہ ڪيس ڪجھہ بہ نظر نہ آيو.

صرف سرخ شراب.

اشوڪ اکيون بند ڪيون ۽ کوليون. وري بند ڪيون ۽ وري کوليون. ھاڻ ھن جي ذھن ۾ ھڪ تصوير ٺھڻ لڳي. سندس جسم ۾ عجيب قسم جا لطف ڏيندڙ گرم گرم جھولا لڳڻ لڳا. ۽ تمام جلدي ھن کي ان شراب جي بوتل ۾ نظر آئي موھنيءَ جي مورت. سندس ذھن ۾ آيل اڄوڪي تصوير ھونءَ کان وڌيڪ صاف ۽ چٽي ھئي. ڄڻڪ سچ پچ موھني ڪڙي ھئي. اکيون مچلائيندڙ موھني.

اوچتو جوڳيءَ بلند آواز ۾ چيو، "بابو، وشواس رک توکي تنھنجي پريتما ضرور ملندي."

اھو ٻڌي اشوڪ جي ذھن مان موھني ٻوڙون پائيندي پڇي ويئي. يعني تہ ھاڻ ڪيس شراب جي بوتل ۾ موھنيءَ جو گھر ۽ موھني نہ بلڪہ صرف شراب نظر آيو. ھاڻ سندس دل جي نامعلوم ڪھڙي ڪنڊ مان، محبت، آنند

جو نغارو وڄايو، جنهن جي آواز ٻڌڻ سان، نرتڪي مسڪراهٽ، ٻوڙ پائيندي اچي سندس ڇهري تي نچڻ لڳي. جنهنجي احساس ۾ مدهوش ٿي جهومندي هن چيو، "سچ جوڳي مهراج!"

"ڪامل ڪڏهن به ڪوڙ نٿو چوي بابو."

"ته پوءِ ڪڏهن ملندي؟"

"برسات کان پوءِ."

"برسات جي موسم ته ختم ٿي چڪي آهي جوڳي مهراج!"

"ليڪن ايندڙ سال جي ته رهيل آهي نه؟"

"ته هاڻ مونکي صرف برسات جو انتظار ڪرڻو پوندو؟"

"بلڪل ٺيڪ ٿو چوين بابو."

"۽ برسات کان پوءِ بينا جو!"

"ها بابو، بينا جو."

"ڇا مان وڃي سگهان ٿو؟"

"بيشڪ بابو. مگر وڃڻ کان اڳ هڪ ڳالهه ٻڌي وڃ. تون روحاني پريمي آهين تنهنڪري توکي روحاني ساڌنا ڪرڻ کپي. توکي تعويذ يا ڪنهن مالها ڏيڻ جي ضرورت ڪونهي. نڪوڪا ڪنهن ٻوٽي ڏيڻ جي ضرورت آهي جا معشوق کي ڪنهن چيز ۾ ملائي کارائڻ سان هن کي هميشه هميشه لاءِ، پنهنجي پويان ڇرين جيان ڦيرائي سگهجي ٿو. هاڻ هڪ ڳالهه ياد ڪري ڇڏ. تنهنجي روحاني ساڌنا جو تعلق رهندو من وچن ۽ اکين سان. ٻڌ! اسين جو ڳالهايون ٿا اهو سڀ ڪجهه سڄي ڪائنات ۾ پکڙجي وڃي ٿو. اکين جي نگاهن جون ڪرڻون به ڪائنات ۾ ڦهلجي وڃن ٿيون. تون هر وقت پنهنجي پريتما کي پڪاريندو ۽ ياد ڪندو رهه. تصور ڪندو رهه. ان ريت تنهنجي آواز ۽ نگاهن جي چار سڄي ڪائنات ۾ پکڙجي ويندي، جنهن جو اثر تنهنجي قسمت ٺاهيندڙن تارن ۽ گرهن تي ٿيندو. ۽ تمام ٿوري وقت ۾ تنهنجي ان روحاني ساڌنا جي تدبير؛ تنهنجي تقدير جو ٿئون نرماڻ ڪندي. ۽ پوءِ تنهنجي من جو، تنهنجي پريتما جي من سان، تند ٻنان تار جيان سلسلو يا ميل قائم ٿي ويندو.

پوءِ تون من ئي من ۾ جيڪو پريتما کي چوندو رهندين اهو سڀ ڪجهه هوءَ جتي به هوندي محسوس ڪندي رهندي. ايتري قدر جو جيڪڏهن تون چاهين ته هوءَ ڪنهن به وقت، ڪهڙي به هنڌ توسان ملڻ لاءِ ٻوڙندي ايندي. مگر هڪ ڳالهه کان ڪنارو ڪرڻو پوندءِ توکي ٻئي ڪنهن به ڇوڪريءَ يا استريءَ بابت ڪجهه به سوچڻو نه پوندو. ڇاڪاڻ جو ان ۾ تپسيا ڀنگ ٿي وڃڻ جو انديشو رهندو آهي."

"توهان ان جي ڪا چنتا نه ڪريو جوڳي مهراج."

اشوڪ مٺر آواز ۾ چيو، "ته مان هاڻ وڃي سگهان ٿو مهراج؟"

"وڃي شونق سان بابو."

اشوڪ جوڳيءَ کي نمسڪار ڪري جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪري ويو.

## (2)

اشوڪ جو ارڙهن ورهين جو هو. سندس پتا کانچند بيروزگار هئو ۽ سندس ماءُ اڪثر بيمار گذاريندي هئي. ڪيس ٻه ڀينرون هيون. شانتيءَ جي عمر سورنهن سال ۽ ودّيا جي ٻه مهينا.

سياويڪ سوال اٿندو، "۽ وچ وارا ٻار ڪيڏانهن ويا. ٿيا هئا يا ٿيائي ڪونه؟" ٺيڪ آهي. شانتي ۽ ودّيا جي وچ ۾ ٽي ٻار ٿيا هئا پر ٽنهي جو موت ٿي چڪو هئو. ٻن جو بيماريءَ وگهي ۽ ٽيئن جو ڪنهن حادثي ۾. هن حادثي جي به هڪ دلچسپ ڪهاڻي هئي.

کانچند هڪ سادو سودو ماڻهو هئو. سنڌ ۾ ٻهرين هو نارٿ ويسٽرن ريلوي ۾ ڪلارڪ هئو. اوچتو هن جي بدلي ڪوٽڙيءَ مان ڪالڪا (پنجاب) ٿي. سو هو ڪٽنب کي ڪوٽڙيءَ ۾ ڇڏي ڪالڪا روانو ٿي ويو.

اشوڪ، شانتي ۽ موتي ٽيئي اسڪول ويندڙ هئا. موتيءَ جي عمر ان وقت ست سال هئي. سڄو ڏينهن پيو ٻارن سان رانديون روندون ڪندو هئو. ۽ ان ڏينهن ٻڌ هو ٻين ٻارن سان ڪٺو ميونسپالٽيءَ جي دروازي تي لٽڪي رهيو هئو. جڏهن لوهي دروازو پراڻي ديوار کان الڳ ٿي اچي سندس پاسي، سندس مٿان ڪريو. ننڍا ٻار، جي موتيءَ کي وارو ڏيئي رهيا هئا، تن موتيءَ مٿان دروازو ڪرندو ڏسي چلاڻ ۽ چيخڻ شروع ڪيو. تاڪ منجهند هئي. اُس اهڙي ته تيز هئي جو اک ٻي نڪاءُ ڪيو. رستي تي سڄ لڳي پيئي هئي. ڪوبه اوهي واهي نظر نه ٿي آيو. موتي دروازي جي هيٺان خون ۾ لال ٿي بيهوش ٿي ويو هئو. اوچتو ميونسپالٽيءَ جي چيئرمين جي پٽ جي چوڻ تي انهن تندن بالڪن موتيءَ کي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ آهستي آهستي اُهو لوهي دروازو مٿي ڪشڻ شروع ڪيو، مگر اڃان ڏيڍ فوٽ مس مٿي ڪيو هئائون جو اوچتو اُهو ڳرو دروازو سندن هٿن مان ڇڏائجي زور سان وڃي موتيءَ مٿان ڪريو ۽

ڪاپار تي ڦهري ڏڪ لڳڻ ڪري موتي هڪ لنبي چيخ ڪري هميشه هميشه لاءِ سرد ٿي ويو.

ڪيترائي بار موتيءَ جي گهر پڳا. خبر ٻڌنديئي گهر ۾ روئڻ مچي ويو. جلدي ميونسپالٽيءَ جي اوسي پاسي ماڻهن جو انبوهه ڪٺو ٿي ويو ۽ آخر موتيءَ جو لاش گهر آندو ويو.

بالڪل سچو ڏوهه وڌو ميونسپالٽيءَ جي چيئرمين جي پٽ تي. چيئرمين کي اچي ڦڙيون پيون تہ الائي ڇا ٿيندو. کانچند بہ تار ملندي پهرين گاڏيءَ ۾ ڪوٽڙي پهچي ويو. اچڻ شرط هن پنچات جي ميٽنگ ڪوٺائي. ڳالهه کي ختم ڪرڻ جي خيال کان چيئرمين کانچند کي هزار رپيا ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويو مگر ڳالهه اتي ختم ڪانہ ٿي. اشوڪ ماءُ جي ممتا ڏڏڪندڙ چتا جي شعلن جيان ڀڙڪي اٿي. هن چيو، "جيڪي ٿيو سو ٿيو باقي هزار رپيا وٺي ڇا پنهنجي پٽ جي آتما کي دکي ڪريان؟ ۽ توهان اِهو سمجهو ٿا ڇا تہ منهنجي لال جي قيمت صرف هڪ هزار ٺڪريون هئي ؟ بس مونکي اهوئي لال کپي. جي اهو ٽا ڏيئي سگهو تہ پوءِ منهنجي ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ لاءِ ڀڳوان قسم اهڙيون ڳالهيون نہ ڪريو!"

۽ ڳالهه اِتي ختم ٿي.

کانچند واپس موٽي ويو. سندس ماءُ پيئي سيني کي آٿت ڏيندي هئي جا ٿورن ڏينهن لاءِ اچي رهي هئي. رات جو سمهڻ مهل اڪثر ٻارن کي ڪا نہ ڪا آکاڻي ٻڌائيندي رهندي هئي. هڪ رات جڏهن هن آکاڻي شروع ڪئي تہ اشوڪ چيندڙ نوع ۾ چيو، "لمان!"

"جي پٽ!"

"لمان موتي جو مري ويو؟"

غم جو ڍڪ پريندي ڏاڏيس چيو، "جيئن ڀڳوان جي مرضي!"

"ڀڳوان سيني کي ماري سگهي ٿو نہ لمان؟"

"ها پٽ! مگر تون اهڙيون ڳالهيون نہ ڪر!"

"چڱو لمان!" ائين چئي اشوڪ اڌ منٽ ڪن چپ رهيو پر پوءِ چيائين،

"امان! ڀڳوان ڏاڍو ڪنو آهي نه؟"

ٻارنهن سالن جي پوٽي جي منهن مان اهڙي ڳالهه ٻڌي ڏاڏيءَ چيو.

"اڙي چپ! ڀڳوان لاءِ ڪڏهن به ڪجهه ائين نه چئجي!"

"ڇو نه چوان امان! ڀڳوان ڪنو نه آهي تڏهن ڇا آهي؟ ڀلا ٻڌاءِ امان........ هينيون مودي..... ڀٽيو توبي.... ۽ ڪير وارو ٿورن ڀٽسن ڪري ڀاپيءَ سان وڙهن تڏهن به ڀڳوان انهن کي نٿو ماري؛ پوءِ هرويرو موتيءَ کي ماري، پوءِ ان کي ڪنو نه چئجي؟ ڇا امان ڀڳوان کي ڪير به چوڻ وارو ڪونهي؟"

"نه پٽ! هو ڀڳوان آهي! سڀني کان وڏو!! ان کي ڪير چوندو؟ ان کي ڪير به چئي نٿو سگهي!"

ٿورو وقت چپ رهي ڏاڏيس چيو. "ٻڌ اشوڪ! پٺهين جڏهن تو جيڏو هو تڏهن هڪ ڇوڪري ڪيس مار ڏني هئي!"

اشوڪ موتيءَ جي موت جو دک وساريندي چيو. "اهو ڪنهن جيڏو هو امان؟"

"اهو به پٺهين جيڏو هو!"

"پوءِ دادا ڇا ڪجهه نه ڪيس؟"

"هڪ ڏينهن تنهنجي دادا ان جو خون ڪري ڇڏيو."

"امان خون!؟"

"ها پٽ خون! مار کائڻ کانپوءِ پٺهين هڪ وڏو پٿر آڻي ڪُڌ تي رکيو. هڪ ڏينهن جيئن اهو ڇوڪرو هيٺان لنگهيو تيئن پٺهين اهو وڏو پٿر ڪٽي مٿانئنس ڦٽي ڪيو. پٿر وڃي هنجي مٿي تي لڳو. وڏي ڦاڙ ٿيڻ ڪري رت ايترو نه نڪتس جو ويچارو ٽن ڪلاڪن ۾ مري ويو."

"مري ويو! هان امان!؟ ڀلا پوءِ ڇا ٿيو؟"

"پوءِ هن جي وڏوا ماءُ روئندي گهر آئي. اچي پٽڻ لڳي. خبر اٿيئي ته هن مونکي ڇا چيو؟ چيائين: "مان چاهيان ته خانوءَ کي ڪاٺ ۾ وجهائي سگهان ٿي. پر نه. منهنجو پٽ ويو سو ويو هاڻ ٻئي جي پٽ کي وڃائڻ مان ڪهڙو

فائدو؟ ڀڳوان تہ هميشه ڏسي وٺو نہ؟ خانو هڪ ڏينهن تہ وڏو ٿيندو نہ؟....
هڪ ڏينهن تہ شادي ڪندو نہ؟ ..... پوءِ جڏهن پٽ ٿيندس ۽ جو منهنجي
پٽ جيان راه گناه مرندس تڏهن منهنجي آتما کي شانتي ملندي!" ڏاڏيس
سمجهائيندي چيو، "پٽ، هيءَ دنيا قدرت جي انصاف ۽ ڪرم جي قانون تي
ٻڌل آهي. هڪ هٿ سان ڏي ٻئي هٿ سان وٺ."

اشوڪ ڪجهہ سوچڻ کان پوءِ چيو، "پر امان.... دادا کي تہ ڀهرين
مان چاٽس نہ پوءِ دروازو موتيءَ مٿان ڇو ڪريو؟"

"تون ڏاڍو ڪنو ٿي پيو آهيان اشوڪ. چيوماءِ ڪونہ تہ چپ ڪري
ويهہ. هاڻ ٻڌ آکاڻي". اشوڪ "هون" ڪئي. ڏاڏيس چوندي رهي، "هڪڙو
هو راجا...."

مگر اشوڪ سوچڻ لڳو، "ڀڳوان ائين ڇو ٿو ڪري. دادا ڇوڪري
کي ماريو تہ ڀڳوان دادا کي ماري هان. جي مائيءَ سراپ ڏنو تہ ڀڳوان مونکي
ماري هان. مون کي ڪير ٻڌائيندو تہ ائين ڇو ٿو ٿئي؟ ڇا موتيءَ کي مان
ڪڏهن بہ ڏسي نہ سگهندس. ڀڳوان تون ڪٿي آهين؟ ڀڳوان موتيءَ کي اسان
وٽ موڪل نہ! قسم آهي ڀڳوان هاڻ مان موتيءَ کي ڪڏهن بہ نہ ماريندس. ٻن
پاين جو تول ڪاٺيندو آهيان سچ ڀڳوان ان مان هڪ پائيءَ جو تول موتيءَ کي
کارائيندس."

. ڏاڏيس بنا ڪنهن اٽڪ جي چوندي رهي، "ٻنهي راجائن جي وچ ۾
زبردست لڙائي لڳي. جنهن راجا ڪاهہ ڪئي هئي ان راجا جو چوڻ هو تہ هن
کي ڀهرين راجا جي زال ڪپي جيڪا ڏاڍي سهڻي هئي." .

ليڪن اشوڪ دل ئي دل ۾ چئي رهيو هئو، "ڀڳوان تون موتيءَ کي
سرگ ۾ رکج!"

## (3)

اشوڪ جڏهن چوٿون سنڌي پاس ڪيو، تڏهن سندس گهر ۾ پئسن جي سخت تنگي هئي. سڀ ڪجهه کنڊي تي وئندا هئا. جي پگهار اچڻ تي لاهي ڇڏيندا هئا. تن ڏينهن ۾ پئسو نہ هئڻ ڪري ۽ پڻ پاڙي وارن جو ڪجهہ قرض هئڻ ڪري اشوڪ ماءُ، اشوڪ کي اسڪول ۾ وهاري نہ سگهي. تن ڏينهن ۾ اتي پهرين انگريزيءَ جي في هئي هڪ روپيو نوَ آنا.

۽ ائين اشوڪ جو سال هليو ويو. سڄو سال هو رلندو رهيو. ڪڏهن اولهہ واري جهنگ ۾ تہ ڪڏهن اوير واري سنڌونديءَ جي ڪپ تي. هو ننڍو هئو، مگر سندس دل تي هڪ نازڪ چوٽ رسيل هئي. هو سوچيندو هئو. "ماڻهو جمي ٿو تہ مري ڇو ٿو؟ مان ڄائو آهيان؛ ضرور هڪ ڏينهن مري ويندس. پوءِ ڄمڻ مان فائدو ڪهڙو؟ پوءِ ڀلا، وشنو ڀڳوان بہ تہ ماڻهو هوندو نہ.... ... ... پوءِ؟" هڪ ڏينهن ماءُ کان پڇيائين، "ڀاڀي ماڻهو مرندو ڇو آهي؟"

ماڻس چيس، "جيڪو ڄمندو آهي سو هميشه مرندو آهي!"

"تہ پوءِ ڀڳوان بہ ضرور مرندو هوندو؟"

"نہ، ڀڳوان نہ مرندو آهي."

"ڇو ڀاڀي! ڀڳوان ڇو نہ مرندو آهي! تو جو چيو تہ جيڪو ڄمندو آهي سو مرندو آهي! ڀلا ڀڳوان بہ ضرور ڄائو هوندو نہ؟"

ماڻس مشڪي چيو، "هو نہ ڄمندو آهي نہ مرندو آهي. هو هر هنڌ موجود آهي. مگر ڪنهن کي ڏسڻ ۾ نہ ايندو آهي."

"ڇا ڀاڀي ڀڳوان ڪنهن کي بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو آهي؟"

"ڀڳوان صرف مهاتمائن کي ڏسڻ ۾ ايندو آهي."

اشوڪ اُمنگن ۾ اچي چيو، "پوءِ ڀاڀي مهاتما گانڌيءَ تہ ضرور ڀڳوان

ڏنو هوندو؟"

"ها پٽ!"

اشوڪ اُٿي چيو، "بابي مان مهاتما گانڌي ٿيندس!"

ماڻس سندس پيشاني چمي چيو، "مهاتما گانڌي تہ سرڪار (انگريزن) سان وڙهي ٿو، ڇا تون بہ سرڪار سان وڙهندين؟"

"نہ بابي! مان سرڪار سان نہ پر ڀڳوان سان وڙهندس."

"ڀڳوان سان! ڇو پٽ! ڀڳوان تنهنجو ڇا بگاڙيو آهي؟"

"بابي! ڀڳوان موتيءَ کي جو هرويرو ماريو!"

اشوڪ ماءُ جي دل ڀرجي ويئي. ور مان ڀُوتري ڪدي ان مان پٿسو اشوڪ کي ڏيندي چيائين، "پٽ هينئر وڃ، وڃي راند ڪر. شاباس!"

## (4)

ماءُ پيءُ جي بي پرواهيءَ ڪري ٽر ٽتيءَ جو ڪيترائي ڀار پيا اُس ۾ رُلندا هئا. ٽپ ٽپ تي گولين، اکر پوري ۽ ٻلٽيءَ جوا ٽيندي هئي. ترتر تي گارگند ۽ موچڙي بازي لڳي پيئي هوندي هئي. اشوڪ بہ تہ ٻار هئو ۽ وڏي ڳالهہ تہ اسڪول بہ ڪونہ ويندو هئو. ان ڪري سنگ جي رنگ ۾ هن بہ گولين جوا شروع ڪئي. ڏڪ تي ڏہ ۽ ٻليس تي ويهہ سگريٽ جا پاڪيٽ.

ڪوٺڙيءَ جي سڙڪن، لاهين چاڙهين، باغن وغيره ۾ پيو ڪن ڪچرو چاهي ڪيترو بہ پيو هوندو؛ مگر ڪٿي بہ سگريٽ جو پاڪيٽ مشڪل پيو نظر ايندو هئو. ڪِريو ناهي ۽ جهپو لڳو ناهي. ان گند جي صفائيءَ جو بار هنن ننڍڙن جوارين ٿي پنهنجن ڪلهن تي کنيو هئو. پاڪيٽ بہ هڪ قسم جا نوٽ ليکيا ويندا هئا. ڪو هڪ جي برابر. ڪو ٻن جي ۽ ڪو پنجن ۽ ڏهن جي ۽ پئسي ۾ ملندا هئا. ويهہ هڪ هڪ وارا نوٽ.

اشوڪ ڪندو ٿي گولين جوا هئو. ڪٽ جواري هئو. ان ڪري هار تہ گويا هن جي آرٽ جي خلاف هئي. مگر جيئن تہ هرڪو ڏينهن آرتوار نہ آهي يا هر ڪا رات چانڊوڪي رات نہ آهي ساڳي طرح هر آرٽ جي ٽيڪہ يا چال جو نتيجو جيت يا ڪاميابي ناهي. ان ڪري ڪڏهن ڪڏهن اشوڪ ڪيترا پيسا هارائي بہ وجهندو هئو. هار جي حالت ۾ رکائيندو هئو قرض ۽ هڪ ڏينهن بہ آنا قرض لاهڻ لاءِ هن چوري بہ ڪئي. چوري ڪئي ۽ ڪندو رهيو. هو ڪٽندو هئو تہ ڪٽ جا پئسا ويندا هئا يارن دوستن جي محفل ۾ ۽ جي هارائيندو هئو تہ سندس هٿ ڪجي ويندو هئو ماءُ جي ڳوٿري/ نانهن، جا اڪثر لوڻ جي دٻي ۾ پيل هوندي هئي.

پهرين تہ ٽڪي آني جي خبر ماٺس کي پوندي ٿي ڪين هئي. پر جڏهن يڪي بياني ڪُٺڻ لڳي تڏهن ماٺس جو منجهس شڪ پوندو رهيو. جڏهن

پڇندي هيس، ”اشوڪ! سچ ٻڌاءِ تو ٻياني ڪنئي آهي نه؟“ تڏهن ڪابي اڪ بند ڪري ان تي ڪابي هٿ جون پنجئي آڱريون بند ڪري رکي چوندو هئو، ”قسم آهي نور جو پاپي، مونکي ته اصل خبر ئي ڪونهي.“ پوءِ وري ٻگهلي پگت وانگر شڪل ڪري چوندو هئو، ”پاپي! هڪ پئسو ڏي!!“

پر چوندا آهن: اوٺتيهه ڏينهن چور جا، ٽيهون ڏينهن ساڌ جو. اها اشوڪ کي خبر هئي مگر هن پرن ڪري ڇڏيو هئو ته جي هو چوري ڪندو ته صرف اوٺتيهه دفعا. ان ڪري اها ڳالهه ڪيس خواب ۽ خيال ۾ به ڪونه آئي ته جهڙي بي پرواهيءَ سان هو چوري ڪري ٿو ان سان پيش پيش سندس پڪڙجڻ جو انديشو هئو. ۽ هڪ ڏينهن آخر پڪڙجي ئي پيو. مار به مليس. ماٿس.وارن ڪان پڪڙي سنان جاءِ طرف وٺي ويس ۽ پوءِ ڪٺندي ئي ڪپڙن ڌوئڻ جي سوٽي لڳاتار ڏهه پندرانهن دفعا ويٺي ڪيس نڪاءُ ڪندي. مگر ڪمال ڪهڙي جو اهڙي سخت مار کائيندي به اشوڪ اجان نه رنو هئو: هو ته ڊپ سان پريل عجب مان ماءُ جي شڪل ڏانهن نهاري رهيو هئو جا جوش ۾ لال ٿي ويئي هئي. جنهن جي پيشانيءَ ۾ گهنج پئجي ويا هئا ۽ وات ۾ گجي اچي ويئي هئي. هو اندر ئي اندر ۾ چئي رهيو هئو، ”هيءَ ماءُ آهي يا ظالم؟ جنهن جي دل ۾ ذري به ديا نه آهي!“ ۽ جڏهن ماٿس چيو، ”اهڙي جي خبر هجي ها ته تون اڳتي هلي چور ٿيندين ته ڄمنديئي نڙيءَ تي نهن ڏيئي پورو ڪري ڇڏيانءِ ها!“ تڏهن اوچتو سڏڪا پرينڊي چيائين، ”ان ڪان ته هڪڙو ئي پيرو.... ڪپ هٿي ڇڏ.... ڏ ته.... ته هميشه هميشه لاءِ ڇ... ڇٽي پوين!“

اهو ٻڌي اشوڪ ماءُ جي دل ٽٽي پيئي. ممتا ڪان مجبور ٿي اشوڪ کي ٻانهن ڪان ڇڪيندي اندر وٺي ويئي ۽ کٽ تي ويهندي، ڪيس ڳلي لڳائي، مٺي تي پيار جو هٿڙو گهمائي، چوري ڪرڻ جو سبب پڇيائينس. مگر غم جي غصي ۾ اشوڪ جواب ڏيڻ ڪان ننو واري ويٺو. سندس پٺي سوٽيءَ جي ڌڪن ڪان گويا جلي رهي هئي. اوچتو ماءُ جي اکين مان ڳوڙها وهندا ڏسي وائڙو ٿي ويو. هاڻ پاڻ نه جهلي، ماءُ ڏي منهن ڪري، سندس ساڄي هٿ کي پڪڙيندي چيائين، ”نه روءُ پاپي نه روءُ! قسم آهي گرونانڪ جو پاپي مان

ڪڏهن بہ جوا نہ کيڏندس. سچ پاپي مان ڪڏهن بہ چوري نہ ڪندس!"

ماڻس سڀ ڪجهہ سمجهندي چيو، "پڙهي لکي وڏو ماڻهو ٿج بس، اسين صرف اهو چاهيون ٿا!" رئي جي ڳنڍ مان آنو چوڙي کيس ڏيندي چيائين، "هان وٺ وچي خرچ."

قميص سان اکين مان نڪرندڙ آنسو اگهي مشڪي اشوڪ چيو، "چو پاپي، اج يڪي چئن ڏينهن جي خرچي ڏيئي رهي آهين ڇا؟"

"نہ پٽ! اهو تنهنجو انعام آهي. جوا ۽ چوري نہ ڪرڻ جي انجام جو انعام!"

اشوڪ اکيون مچلائيندي چيو، "سچ پاپي ضرور وڏو ماڻهو ٿيندس."

ماڻس کيس گلي لڳائي سندس پيشانيءَ چمندي چيو، "تون عزت جي زندگي بسر ڪرين؛ بس اهوئي ڪافي آهي!"

ليڪن اشوڪ ماءُ کي ڪهڙي خبر تہ جنهن ننڍڙي انسان کي هن پنهنجي جان سان لڳايو هئو، ان کي پنهنجي عزت جي حفاظت لاءِ هڪ ڏينهن جيل جا دروازا بہ ڏسڻا پوندا.

## (5)

ٻئي سال اشوڪ کي اسڪول ۾ وهاريو ويو. وقت آيو جڏهن اشوڪ جي پيڻ شانتيءَ چوٿون سنڌي پاس ڪيو. مگر ڪيس انگريزي اسڪول ۾ ڪونہ وهاريو ويو. ڏاڏيس جو چوڻ هئو تہ: ڇوڪرين ني صرف اوترو پڙهڻ کپي جيتري ۾ هو خط پٽ لکي پڙهي سگهن. اڳتي هلي ڇوڪرين کي نوڪريون ٿوروئي ڪرڻيون آهن. بس چوٿون سنڌي ڪافي آهي. هاڻ شانتيءَ کي سبڻ پرڻ ۽ رڌڻ جو ڪم سيکاريو وڃي.

زمانو وقت جي شاهراهہ تي لکها قدم کڻي اڳتي وڌي رهيو هئو. خانچند بہ بهتر زندگيءَ جو طالب ٿي ريلوي ڪلارڪي ڇڏي وڃي هڪ فرم ۾ ايجنٽ ٿيو ۽ هندستان جو سفر ڪرڻ لڳو ۽ جڏهن هندستان جو ورهاڱو ٿيو تڏهن هزارن ٻن جي موڙي کڻي هندستان ۾ آيو ۽ اچي ڪلياڻ ڪئمپ وساياڻين. اشوڪ چوٿون انگريزي پاس ڪري چڪو هئو. ڪيس اسڪول ۾ وهاريو ويو ۽ شانتي کي وري هوزريءَ جو ڪم سکڻ لاءِ ووڪيشنل ٽريننگ سينٽر ۾ وهاريو ويو جو اجان تازو برپا ٿيو هئو. ڪم سکڻ کان پوءِ ڪيس اتيئي سٺ رپيہ پگهار تي نوڪري ملي ويئي.

خانچند اچڻ شرط ڪڙي ڪنئي مگر مشڪل اها هئي جو ڪيس نوڪري ٿي نئي ملي. سنڌ واري فرم تہ سنڌ ۾ ئي ختم ٿي ويئي. خيال آيس تہ ڇو نہ ڪو ڌنڌو ڪريان. برف جو ديپو کوليائين مگر تمام جلد نقصان پاتائين. هوٽل کوليائين؛ ان ۾ تہ مرڳوئي ڏيوالو ڪڍيائين. پئسا بہ ويس ختم ٿي.

ٻن سالن ۾ گهر جو نقشو ئي بدلجي ويو. گهر ۾ نہ پورا بسترا نہ پورا برتن. پهرڻ ۽ ڪائڻ لاءِ نہ پورا ڪپڙا ۽ نہ ڪاڏو. بہ چوڙيون، بہ در ۽ هڪ ڦلي هئي اشوڪ ماءُ کي جي ٻہ نرواسيہ زيورن جيان ويا اڌ مني اگهہ ۾ وڪامجي. ماءُ جي ٻانهن، نڪ ۽ ڪنن ۾ رولڊ گولڊ ۽ شيشي جا زيور ڏسي

اشوڪ اندر ۾ ترڪندي ماءُ کي چيو، ”پاپي، تون ڪو خيال نہ ڪر، مونکي صرف مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڏي. پوءِ ڏس تہ مان توکي ڪيئن نہ ٿو سون سان جهنجهي ڇڏيان.“

مگر انهن ٻن سالن ۾ اشوڪ هڪ وڏو پريمي ٿي ويو هئو.

اسڪول ۾ موهني هنکي گهور گهور ڪري نهاريندي هئي. تڏهن هوءَ ڇهين انگريزيءَ ۾ هئي ۽ اشوڪ پنجين ۾. خبر هئس تہ اشوڪ ڪلاونت آهي. هن جي گلي ۾ گويا سنگيت جو روح قيد آهي. ٻنهي جا ڪلاس جدا جدا مگر هڪ ديوار جي ٻن پاسن کان هئا. اشوڪ جڏهن ڳائيندو هئو تڏهن هن جو آواز ڪلاس جي ديوارن سان ٽڪرائجي وچ واري دريءَ مان لنگهي موهني واري ڪلاس ۾ گونججي ويندو هئو.

موهنيءَ جو گهر، اسڪول ۽ اشوڪ جي گهر جي ٻنهي وچ تي هڪ ٽڪريءَ تي هئو. جڏهن اشوڪ اسڪول مان موٽندو هئو تڏهن موهني اڳ ۾ ئي اچي گهر جي در وٽ بيهندي هئي. اشوڪ هن ڏانهن نهاريندو ويندو هئو ۽ هوءَ بہ اکين ئي اکين سان دل جا راز سليندي هئي. اِن ريت ٻئي هر وقت هڪ ٻئي کي نهاريندا رهندا هئا. اسڪول ۾ ڪڏهن هڪ ٻئي کي نہ ڏسي ايترو تہ اتير ۽ بيتاب ٿي ويندا هئا گويا سندن زندگيءَ جي سچ يا چنڊ کي ڪو گرهڻ لڳي ويل هوندو هئو.

• اشوڪ بہ هڪ ڏينهن گروناڪ جي ٽڪاڻي ۾ وڃي ڪلپنا ئي ڪلپنا ۾ موهنيءَ سان شادي ڪري ڇڏي. ۽ فيصلو ڪيائين تہ جي هو شادي ڪندو تہ صرف موهنيءَ سان ۽ پوءِ پاڻ کي ساگر ۽ موهنيءَ کي بينا سمجهڻ لڳو. اشوڪ چاهيو تہ موهني هن وٽ اچي، اچي پريم جو اظهار ڪري. مگر ائين ٿيو ڪين. هن هڪ سٽ سٽي. ٻڌو هئائين تہ جڏهن بہ ڪو مرد ٻيءَ استريءَ سان پريم ڪرڻ لڳندو آهي تڏهن سندس پهرين استري پريتما، پنهنجي مرد يا پريتم جي وڌيڪ ويجهو ويندي آهي. هوءَ هونءَ کان وڌيڪ چاهہ ونندڙ، ساراهہ ۽ پيار ڪندڙ ٿيندي آهي. اشوڪ موهنيءَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لاءِ مست نگاهن ۾ محبت جو رنگ ڀري ٻين حسين ڇوڪرين ڏانهن نهارڻ

لڳو. انهن حسين مان للتا، مثنا، سشيلا مکيه هيون. جي ٽيئي موهنيءَ جون هم ڪلاسڻ هيون.

اهو ڏسي موهنيءَ جي دل تي ڌڏڪو رسيو. هاڻ هوءَ اشوڪ کي هميشه هميشه لاءِ پنهنجو بڻائڻ لاءِ اچي اشوڪ جي پاسي ۾ بيهندي هئي ۽ ڪتاب جا پنا ان ريت ورائيندي هئي، جيئن هن جي چوڙين جي مٺي جهنڪار اشوڪ جي ڪنن تي پهي. ڪنهن مهل پنهنجي رئي کي ٺاهي، ننڍڙو رومال ان ريت پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ وجهندي هئي، جيئن اشوڪ جو سمورو ڌيان هنجي ابرندڙ سيني ڏانهن ڇڪجي وڃي. ڪنهن مهل تورو پريان بيهي پيشانيءَ تي هٿ رکي، پل ڪن ترسي، وارن تي هٿ ڦيرائي، ٻن چوٽين مان هڪ اڳيان ڪري، اکيون بند ڪندي ائين مسڪرائي ڏيندي هئي گويا پڇندي هئي؛ بس اشوڪ! ڇا اهو هو تنهنجو پيار؟ ڪڏهن جڏڪ دل جو درد نگاهن ۾ اوتي اکين جي ٻوليءَ ۾ ڪنهن شاعر جو شعر چوندي هئي.

"او بي اعتبار ساجن - مان بي وفا نه آهيان،
توکان مان دور ليڪن - توکان جدا نه آهيان.
ڪهڙي ڪريان شڪايت - هن زخمن کان چور آهيان!"

مگر اشوڪ چاهيو ٿي ته هوءَ هن وٽ اچي ۽ اچي ڀرين پاڻ زباني طرح پنهنجي پريم جو اظهار ڪري. موهنيءَ به گهٽوئي چاهيو ته اشوڪ صرف هن ڏانهن نهاري ۽ اُها ڳالهه هن بار بار نگاهن رستي اشوڪ کي ٻڌائي ته هوءَ اهو سهي نٿي سگهي ته اشوڪ نگاهن ۾ پريم جو رنگ ڀري ٻين ڇوڪرين ڏانهن نهاري. موهنيءَ پنهنجي نازڪ ادائن سان اشوڪ کي پاڻ طرف ڇڪڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ناڪام ويئي.

۽ هيڏانهن اشوڪ اهو ڪونه ٻڌو هئو ته جڏهن استري انهن ادائن ۾ ناڪام ٿي ويندي آهي تڏهن ڇا ڪندي آهي. سندس ان رخ جو نتيجو اهو نڪتو جو هاڻ موهنيءَ سندس ڏانهن نهارڻ بند ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ ته موهنيءَ اشوڪ سان گويا ظلم ڪري وڌو. هاڻ وري هن ٻين ڇوڪرن ڏانهن

نھارڻ شروع ڪري ڇڏيو. سندس اکين ۾ جوانيءَ جو خمار ھئو ۽ نگاھن ۾ محبت جا تير.

ٿورن ڏينھن ۾ ھڪڙو عجيب وايو منڊل پيدا ٿي ويو. ڪيترين ڇوڪرين اشوڪ جي پويان ڦرڻ لڳيون ۽ ڪيترا ڇورا موھنيءَ جي پويان. تمام جلد اشوڪ محسوس ڪيو تہ موھنيءَ طرف ھنجو رخ بلڪل بي واجبي ھئو. ھو بازي جيتيندي جيتيندي ھارائي ويو ھئو ۽ موھني ھارائيندي ھارائيندي جيتي وٺي ھئي.

امتحان آيا ۽ گذري ويا. اشوڪ پنجين مان ڇھين ۾ ۽ موھني ڇھين مان ستين ۾ ھلي ويئي. اشوڪ چاھيو تہ ھوءَ ڇھين ۾ ناپاس ٿئي ۽ پاڻ پنجين ۾ پاس. ۽ پوءِ ھو ساڳئي ڪلاس ۾ سندس بينچ جي پٺيان پيل بينچ تي ٻنھہ سندس پويان ويھي ۽ موقعو ڏسي ڇوي يا ڳائي:

”بينا- مٺر مٺر ڪڇ بول!“

پر ائين ٿيو ئي ڪين. ھن پنھنجي دوست آنند سان ڳالھہ ڪئي. ڳالھہ ٻڌي آنند وچي ٽھڪن ۾ پيو. ھلڪو ٽھڪ ڏيئي چيائين، ”اشوڪ! توھان ٻنھي جو پيار سچو ٿي نہ ٿو سگھي. اسڪول ۽ عشق جو ميلاپ بي قاعدي آھي. جو اسڪول پڙھي ٿو سو عشق ڪري نہ ٿو سگھي ۽ جو عشق ڪري ٿو سو اسڪول پڙھي نٿو سگھي. پر جي ڪو اسڪو! پڙھندي بہ عشق ڪري ٿو يا عشق ڪندي بہ اسڪول پڙھي ٿو سو وري اسڪول جي امتحان ۾ ڪڏھن بہ پاس ٿي نٿو سگھي. توھان ٻنھي اسڪول ۾ پڙھندي جو پيار ڪيو آھي سو سچو ٿي نٿو سگھي. ڇاڪاڻ جو توھان ٻئي امتحان ۾ پاس ٿيا آھيو!“

اشوڪ چيو، ”آنند، وشواس ڪر. گھٽ ۾ گھٽ مان تہ موھنيءَ کي سچو پيار ڪندو آھيان!“

”وشواس!“ آنند وڏو ٽھڪ ڏيئي چيو، ”ھن ڳالھہ ۾ وشواس جو سوال ئي ڪونہ ٿو اٿي اشوڪ. وشواس تڏھن ڪجي جڏھن تنھنجو پيار سچ ۾ سچو ھجي ۽ جي تنھنجو پيار سچو ھجي ھا تہ تون امتحان ۾ ڪڏھن بہ پاس

نہ ٿين ها!"

اشوڪ ٿورو گرم ٿي چيو، "آنند تون بيوقوفي تو ڳالهائين. مونکي خبر آهي تہ شخصي طرح تون پيار جي "پ" مان بہ واقف نہ آهين. تون چند واهيات عشق محبت جا افسانا پڙهي ۽ ٽرڊ ڪلاس پڪچرس ڏسي ان جي آڌار تي منهنجي محبت تي اِهو رايو ٺيئي رهيو آهين جو ڪنهن بہ حالت ۾ منهنجي پيار جي ترجماني نہ ٿو ڪري."

آنند جي چهري جو پردو ٿي لهي ويو. آهستي چيائين، "رايو بہ تہ ٽوٽي گهريو هو نہ؟"

اشوڪ هاڻي بيچين گذارڻ لڳو ۽ هڪ ڏينهن تہ هن جي اها بيچيني وڃي بي آراميءَ جي چوٽيءَ سان لڳي جڏهن هن موهنيءَ کي اسڪول ۾ ايندو نہ ڏٺو.

اسڪول جي پڙهائي سني نہ هئڻ ڪري موهنيءَ جي ماٽن موهنيءَ کي بمبئي جي هڪ سني اسڪول ۾ واريو. ۽ مئٽرڪ جو اهو سال موهنيءَ ڪوليواڙا ۾ پنهنجي ماسيءَ وٽ رهي. هوءَ ڪڏهن ڪڏهن ڪلياڻ ڪئمپ ۾ ايندي هئي. مگر اشوڪ کيس صرف هڪ دفعو ڏٺو. موهنيءَ جي جدائيءَ ۾ هو گويا پاڳل ٿي پيو. هر روز رات جو آڌي آڌي رات تائين اچي موهنيءَ جي گهر کان ڪجهہ دور واري برج جي تلهي تي وهندو هئو ۽ رات جي خاموشيءَ ۾ چنڊ، تارن ۽ برج هيٺان وهندڙ ننڍڙي نديءَ سان ڇا جو ڇا ڳالهائيندو وتندو هئو. رات هن چنڊ ڏي منهن ڪري چيو: "اي چندرما! توکي تہ خبر آهي تہ مان موهنيءَ يعني پنهنجي بينا کي دل و جان سان چاهيان ٿو. هوءَ اڄ نامعلوم ڪٿي آهي. تون تہ ڏسين وينو تہ جدائيءَ ۾ منهنجا ڪهڙا حال ٿي ويا آهن. ٻڌائي ڇا تو ۾ ايتري طاقت ڪونهي جو تون پنهنجي سيتل چانڊنيءَ جي پر پاؤ سان بينا کي هتي اچي ڪڙو ڪرين؟..... ڪهڙو نہ سنو ٿئي جيڪڏهن هڪ دفعو بينا کي ڏسان. پوءِ دور کان ئي سهي."

اوچتو اشوڪ جون نگاهون ٽڪريءَ ڏانهن کڃي ويون. "هيءَ ڇا؟" هن چرڪ ڀري اکيون مهٽيون. "نہ، ڇا اهو سپنو آهي؟".... هن ٽڪريءَ ڏانهن

ٻوڙ پاتي. هن ڏٺو تہ موهني، گهر جي ٻاهران ٻهي پاٿي پي رهي هئي. اشوڪ منزل تي سڌ ڪرڻ بدران زور سان فلمي ڏوهيرو ڳائڻ شروع ڪيو:

"من ڪي بينا ڇين لي ڪاهي
تـوڙ ديئـي سـپ تـار
ڪيا پايا هئہ لوٽڪي توني
اس غريب ڪـا پيـار؟"

مگر موهني اندر گهڙي در بند ڪري چڪي هئي. ٻئي ڏينهن هوءَ صبح سان ڪوليواڙا هلي ويئي ۽ جڏهن اوڏانهن ويندي، گهٽو گهور گهور ڪري نهارڻ بعد بہ جڏهن اشوڪ موهنيءَ ڪي پنهنجي گهر نہ ڏٺو تڏهن هنجي دل ۾ ڊپ سان ڀريل عجب جي لهر لڳي ويئي. هن ڪي پاڻ تي شڪ پوڻ لڳو ۽ صرف انهيءَ ڪري بار بار پڇڻ لڳو، "ڇا اهو سپنو هو؟"
۽ جڏهن اٽڪل هفتي ڪان پوءِ، جوڳيءَ مهراج جي چمتڪار جي واڪاڻ ٻڌي اشوڪ جوڳيءَ سان ملاقات ڪري آيو تڏهن هن محسوس ڪيو تہ سندس ۽ موهني جي وچ ۾ روحاني سلسلو قائم ٿي چڪو هئو.

## (6)

اشوڪ جڏهن مئٽرڪ ۾ آيو تڏهن سندس گهر جي حالت بلڪل هيٺي ٿي چڪي هئي. سندس ماءُ تہ نيڪ ٿي چڪي هئي مگر کانچند ۽ وديا بيمار ٿي پيا هئا.

کانچند جو ساڄو پير سڄي پيو هئو. هڪ ڏينهن اُهو سڄل هند ڦاٽي پيس. روڳ سان ڳڏوڳڏ اچين اچين تنتن جيان نامعلوم ڇا ٻاهر نڪري آيس. کانچند سمجهو تہ سندس پيٽ ۾ شايد ڪا وڏي بلا آهي ۽ اهي اچيون تنتون شايد ان بلا جا ٻچا. سڄي گهر مٿان ڄڻ دک جو پاڇو پئجي ويو هئو. کانچند بہ ڏينهن هڪ عجيب غصي ۾ اچي انهن اچين تنتن کي بليڊ سان ڪٽي ڇڏيو. مگر پير ڇڻ بدران وڌيڪ خراب ٿي ويس. ڊاڪٽر گهرايو ويو. هفتو ڪن ملم پٽي ٿيندي رهي. پر پوءِ پئسن نہ ملڻ ڪري ڊاڪٽر اچڻ ٿي بند ڪري ڇڏيو. کانچند هلڻ کان لاچار هئو ۽ صرف انهيءَ ڪريئي ڪنهن ڀلي مانس جي صلاح تي وڃي سول اسپتال ۾ رهيو؛ ڇاڪاڻ جو سندس ڦٽ ڪافي خراب ٿي ويو هئو.

ننڍڙيءَ وديا کي بہ سڄي جسم تي روڳ سان ڀريل آرايون نڪري پيون هيون. ڊرمائو اسپتال مان سندس لاءِ دوا آندي ويئي، مگر ان آني واري دوا جو اثر وديا جي مرض اڳيان بلڪل بي اثر ثابت ٿيو ۽ هڪ رات....

آڌيءَ رات گذري چڪي هئي. فضا ۾ خاموشي هئي. اتفاق سان ڪنهن ڪنهن ڪتي ۽ ڪنهن ڪنهن مهل چوڪيدار جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو ٿي. اوچتو ماءُ کي پنهنجي پاسي ۾ بيٺل ۽ ڪيس ڏونداڙيندو ڏسي اشوڪ ڇرڪي اٿيو ۽ يڪدم پڇيائين، ”ڇو ڀاڀي، ڇا ڳالھ آهي؟“

مائس چيو، ”وديا وڃيئي ٿي اشوڪ. اٿ! هلي سندس آخرين درشن ڪر.“ ماءُ جي لفظ لفظ، اکر اکر ۾ درد ڀريل هئو. اشوڪ جي مٿان ڳويا ڪو

ڀاڙ تئي پيو. هو يڪدم اٿي ڪڙو ٿيو. هو ائين اٿيو گويا موت سان جنگ جوٽڻ اٿيو هئو ۽ اٿڻ سان ائين وڌيو گويا هن ڇوڻ ٿي چاهيو. ”نہ نہ... اهو هرگز، هرگز ٿي نہ ٿو سگهي. جيون مکڙي جا اجان کلي نہ آهي سا کلڻ کان اڳ مرجهائي نٿي سگهي!“ هو ائين وڌيو گويا هو ان کي مرجهائڻ نہ ڏيندو.

ودیا آخرين ساه کڻي رهي هئي. سندس اکيون ڪليل ۽ ان جا ٻئي تارا هڪ هنڌ بيهجي ويا هئا. اشوڪ تڪڙو اچي وديا جي پاسي ۾ ويٺو ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري، پنهنجو ڪن وديا جي ڇاتيءَ جي ڪاٻي پاسي ٿورو هيٺائينءَ تي رکيائين. وديا جي دل جي ڌڙڪن بلڪل آهستي ”ڌڪ“... ”ڌڪ“.... ڪري رهي هئي. اڄ موت ڇهن اکين اڳيان پنهنجا هٿ وڌائي هڪ معصوم ٻار کي گهٽي رهيو هئو ۽ ان گهٽ ۾ وديا جي هڏڪي چالو ٿي ويئي هئي. ڪو ڪونہ هئو جو ڪال جي هن پيانڪ قهر کي روڪي سگهي. ۽ اشوڪ وديا جي هر ڌڙڪن ۾ ايشور کي سيڪڙو پرارٿنائون ڪري رهيو هئو. سندس ساڄي پاسي سندس ماءُ ۽ کاٻي شانتي، گونگا ڳوڙها ڳاري رهيون هيون ۽ اوچتو هو برف جيان سرد ٿي ويو. سندس ڳلي تي گويا هڪ تيزاب جو ڦڙو اچي ڪريو. هي ڇا هئو؟.... هن پاڻ سنڀاليو.... ڇا موت هنکي بہ جيئري جلائڻ ٿي چاهيو.... بہ... ٿي.... چارا هاڻي اشوڪ ڪنڌ ورائي ٿورو مٿي نهاريو. مٿي موت نہ بلڪ سندس ماءُ کڙي هئي. ۽ سندس ڳلي کي جلائيندڙ باهہ جا ڦڙا، تيزاب نہ بلڪ آنسون هئا. سندس ماءُ جا گرم آنسون.

اشوڪ اٿي اچي دريءَ وٽ بيٺو. اولهہ جي ڪاري سمنڊ ۾ ٻڏڻ لاءِ، مار ڪاڌل ڪتي جهڙي شڪل ڪري لال، مگر منو چندرماءُ تيزيءَ سان تياريون ڪري رهيو هئو. سندس چهري مان مايوسي ٽپڪي رهي هئي. اُب ۾ ڪڪرن جو نالو نشان بہ ڪونہ هئو. ان ڪري بادلن جي اوٽ ۾ لڪي وڃي. ڳوڙها ڳارڻ چنڊ لاءِ ممڪن ٿي نہ سگهيو. شايد اهوئي سبب هئو جو هو اولهہ طرف تيزيءَ سان ڊڪي رهيو هئو ۽ اشوڪ بيٺي بيٺي اهو ڏسي سمجهو تہ هاڻ ڪابہ آشا، ڪابہ اوشا (DAWN) سندس وديا جي بچڻ لاءِ نہ رهي هئي. اولهہ ۾ جڏهن چنڊ ٻڏي ويندو تڏهن شايد وديا بہ وڃي چڪي هوندي.

۽ برابر جڏهن چندرما اونهه جي اوٽ ۾ پاڻ لڪايو، تڏهن، ان وقت سندس ماءُ جي درد سان پريل ڇيح ڪمري جي ديوارن سان ٽڪرائجي فضا ۾ گونججي ويئي. سخت پيڙا ۾ گويا اشوڪ جي ڇاتي ڦاٽڻ لڳي. سندس سهني ۾ هڪ ئي وقت گويا سيڪڙو بم ڪريا جنهن ۾ اشوڪ جي آتما سخت زخمي ٿي دردناڪ ڪيڪرات ڪرڻ لڳي. هن جو مٿو ڦرڻ لڳو. ٽنگون ڏڪڻ لڳس. هن وڌڻ چاهيو مگر وڌي نہ سگهيو. گويا سندس پير زمين سان ڳنڍجي ويا هئا. هن چاهيو تہ هو ڊوڙندو وديا جي جسم وٽ وڃي. ان کي گلي لڳائي. ان کي چمي. ۽ پنهنجي وات ۾ هن جو وات وجهي، پنهنجي جان جي جان هن ۾ وجهي. وديا! جا هڪ دفعو بہ هن کلندي نہ ڏٺي، جنهن رنو ٿي جنهن کي کير نٿي مليو ۽ سندس بدنصيب ماءُ، جنهن جي ٿڻن ۾ پوري ٿڃ نہ رهي هئي. سندس ڪليجي جو ٽڪر بيمار ٿيو مگر جنهن جي پوري دوا نہ ٿي سگهي ۽ جنهن جي اکين اڳيان وديا تڙڦندي تڙڦندي مري ويئي!

• صبح جو پاڙي وارن سان ڪنو، اشوڪ ڪومايل ڪليءَ کي مسائڻ واري ميدان ۾ پورڻ ويو. جتي هن آنسن جي پرٿام سان پنهنجي پينڙيءَ کي هميشه هميشه لاءِ الوداع ڪئي.

گهر پهتو. مائس پڇيس، ”ڇڏي آئين پٽ پيڻ کي؟“

ليڪن انهن پنجن لفظن ۾ اشوڪ کي دنيا جي تمام دکن جو نچور نظر آيو. هو ڪنڌ ڪٽي ماءُ جي اکين سان اکيون ملائي نہ سگهيو. جيئن اندر گهڙيو هئو تيئن ئي ڪلڏ هيٺ ڪري ٻاهر وريو ۽ ويندي چوندو ويو، ”مان دادا کي ٻڌائڻ ٿو وڃان!“

وات ويندي هن پڪو ويچار ڪيو تہ هو ڳالهہ اهڙي نموني ڪندو جيئن سندس پيءُ کي گهري چوٽ نہ رسي. اسپتال ۾ پيءُ وٽ پهچنديئي پڇيائين، ”ڪيئن داد پير جو ڦٽ ڪيئن اٿو؟“

خانچند وهائي هيٺان بيڙي ۽ ماچيس ڪڍندي چيو، ”ڦٽ تہ هائي ڪجهہ چڱو آهي، مگر ڪاڏي ڪارائڻ ۾ تہ اسپتال وارن حد ڪري ڇڏي آهي. اصل بک ۾ مري ويو آهيان! ڳتي تہ ملي چانور جي. دال يا ڀاڄي سا بہ ٿوري ۽

اهڙي جو ڪائيندي دل پيئي ڪچي ٿيندي اٿم. ڀڳوان ڪي چوان ٿو تہ جلدي خوش ڪري جيئن گهر هلي سامت جو ساه ڪڍان!" ٿورو سرندي چيائين، "ويھہ نہ، ٿنيي وانگر بيٺو ڇو آهين؟" پوءِ وات ۾ بيڙي وجهندي چيائين، "اڙي ها! اهو تہ ٻڌائيہ ڪونہ تہ وديا جي طبيعت ڪيئن آهي. ڪالهہ شام جو ٻڌائيہ تہ حالت ڏاڍي نازڪ ٿي ويئي اٿس. ڪيئن هاڻ تہ ٺيڪ آهي نہ؟"

اشوڪ جو غم هاڻي جوالا مکي جبل وانگر ڦاٽي نڪتو. هن گويا رئندي چيو، "دادا وديا مري ويئي."

خانچند جي وات ۽ هٿ مان بيڙي ۽ ماچيس ڇڏائجي اچي بستري تي ڪريا. هن ڪنبندڙ آواز ۾ چيو، "تون ڇا ڇئي رهيو آهين اشوڪ؟"

اشوڪ ساڳي نوع ۾ چيو، "مان بلڪل سچ ٿو چوان دادا. اڄ رات جو وديا مري ويئي."

خانچند تڙڦندي چيو، "مري ويئي! منهنجي وديا مري ويئي. اوه ڀڳوان! مان هي ڇا ٻڌي رهيو آهيان!"

پيءُ جو دردناڪ آواز ٻڌي هڪ دفعو وري بہ اشوڪ جي ڇاتي ڦاٽڻ لڳي. سندس اکين اڳيان روشني هوندي بہ انڌڪار ڦهلجي ويو. مگر هيو ڪجھہ نہ ڏسندي بہ پنهنجي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو پنهنجي پيءُ جي اکين مان آنسن جو آبشار وهندو ضرور ڏٺائين.

## (7)

زماني جي گردش مان پيدا ٿيل مجبورين سبب ڳڻتين ۾ ڳري ويل خانچند پير جو ڦٽ چٽائي اچي گهر وينو هئو. ٻاهران آنند کي اشوڪ اشوڪ پڪاريندو ڏسي اشوڪ کي سڏ ڪري چيائين ته ڪيس آنند سڏي رهيو هئو. اشوڪ جا پرلمنري امتحان گذري چڪا هئا. هاڻ هو پڪي امتحان جي تياري ڪري رهيو هو. ٻاهر اچي هو آنند سان ڪلي مشڪي مليو. آنند به مشڪي چيو، ”توکي ته خبر آهي اشوڪ ته منهنجي پيڻ ٽن ڏينهن کان لکنؤ مان هتي آيل آهي. هوءَ ٻه هفتا هتي رهندي. ڪالهه مان ڪچن راشن ڪارڊن لاءِ راشن آفيس ويو هوس. اتان هڪ فارم مليو هوم. هاڻ توکي اُهو پريل فارم ڏيان ٿو جو تون وڃي ڪلارڪ کي ڏي. هو ٻاٽيهي توکي ٻن هفتن جا ڪچا راشن ڪارڊ ڏيندو.“ وري به مشڪندي چيائين، هوںءَ جيڪر توکي تڪليف نه ڏيان پر مجبور آهيان. اج پيڻ کي ملند ناناٽي گهر وٺي وڃي رهيو آهيان ۽ شايد رات اتي رهون. ان ڪري ٿي اهو بار تنهنجي ڪلهن تي رکي رهيو آهيان!“

اقراري جواب ٻائي آنند ويندو رهيو ۽ اشوڪ وڃي اپياس کي لڳو ۽ پوءِ مقرر وقت تي راشن آفيس ۾ پهچي ويو. ڪلاڪ قطار ۾ بيهڻ کان پوءِ سندس وارو آيو. واري اچڻ سان هن اهو فارم ڪلارڪ کي ڏنو. ان فارم تي آنند جي پيڻ جي لکنؤ واري اڊريس پڻ لڳل هئي. ڪلارڪ فارم پڙهڻ لڳي ويو ۽ اشوڪ پنهنجون نظرون آفيس جي هر طرف ڦيرايون. اوچتو سندس نگاهون هڪ، ٻن چوٽين واريءَ نازنين تي، جا پنيرو، ٽائيپ ڪري رهي هئي، ڄمي بيهي رهيون. اشوڪ کان اڻ لکو چرڪ نڪري ويو. هن اندر ٿي اندر ۾ چيو، ”اهوئي بدن، اها ئي بيهڪ. اهيئي ٻه چوٽيون، اهيئي لال ربينون... بينا!“

موهنيءَ کي ڏسندي اشوڪ جي سيني ۾ جذبات جو طوفان لڳڻ لڳو. دل جي ڌڙڪن تيز، نگاهون سرد ۽ سواس ڌڳها ٿي ويس. موهني.... جنهن

ڪي ڪالهہ تائين هن چنڊ ۽ تارن ۾ ئي ڳولهيو.... اها لال ربين واري موهني اڄ اشوڪ جي اکين سامهون ٽائيپ ڪري رهي هئي.

اوچتو ڪلارڪ ڪي سوال ڪندو ڏسي ڇرڪ پريندي چيائين، "توهان ڇا چيو؟"

ڪلارڪ بلند آواز ۾ چيو، "مان پڇان ٿو تہ توهان جي پين لکڻ ۾ کھڙي هنڌ رهندي آهي؟"

"اهو تہ فارم ۾ لکيل آهي."

"هتي تہ پوسٽ آفيس لکيل آهي. ڇا اوهان جي پين پوسٽ آفيس ۾ رهندي آهي؟"

اشوڪ زور سان چيو، "ها صاحب. منهنجي پين پوسٽ آفيس ۾ ئي رهندي آهي." مگر سندس ڌيان موهنيءَ ڏانهن هئو.

ڪلارڪ بہ ٿورو وڌيڪ زور سان چيو، "ليڪن مسٽر هوءَ پوسٽ آفيس ۾ ڪيئن رهندي هوندي. اها اتي رهي نہ ٿي سگهي!"

اشوڪ پنهنجي آواز ۾ ماکيءَ جهڙو ميٺاڄ پريندي چيو، "اتي رهي نٿي سگهي تہ نہ رهي. اهو پاڻ ڄاڻي. اوهان اهو لکو جو اتي لکيل آهي."

ڪلارڪ ڪڪ ٿيندي چيو، "عجيب آدمي آهيو توهان. مونکي ٻڌايو، ڀلا ڪوئي پوسٽ آفيس ۾ بہ رهيو آهي؟ پوسٽ آفيس تہ صرف پوسٽ جي ڪم لاءِ ٺهي ٿيندي آهي نہ؟ جي مان صرف اهو پڇي رهيو آهيان تہ توهان جي پين پوسٽ آفيس جي اندر رهندي آهي يا ٻاهر؟"

جيئن موهني نهاري، اهو سوچي اشوڪ نهايت مٺر آواز ۾ چيو، "ڇو ٿو ناراض ٿين ڪلارڪ بابو. اندر يا ٻاهر ڳالهہ مڙيئي ساڳي. يا لک هوءَ اندر بہ رهندڙ آهي تہ ٻاهر بہ. جيئن تہ ڪيترا ماڻهو ڪئمپ جي اندر بہ رهن تہ ڪئمپ جي ٻاهر بہ."

ڪلارڪ وڌيڪ سوال جواب نہ ڪري ڪيس هڪ سلپ ڏيندي چيو، "توهان منگل ڏينهن اچي راشن ڪارڊ وٺي وڃجو."

ٽائيپ ... سبب موهنيءَ جو ڌيان ڪنهن

طرف بہ ڇڪجي نہ سگھيو. اشوڪ جو منو آواز بہ ڪيس ڇڪي نہ سگھيو. اشوڪ پويان موٽيو مگر آنند ۽ اُتساهہ ۾ پُر تي واٽ ويندي ڪلپنائن جي سنسار ۾ ٽپو ڏيندي هن ڪلپنا ۾ آيل ساڳئي ڪلارڪ کي چيو، ”تون تہ منگل ٿو چوين نہ مگر مان تہ هتي روز اچڻ لاءِ تيار آهيان، منهنجا منڙا- اڙي هن آفيس ۾ ئي تہ منهنجي زندگيءَ جي مسڪراهٽ آهي.“

”ڪهڙا ماڻهو آهيو توهان.“ ڪلارڪ تنگ ٿي چيو، ”توهان جو دماغ شريف تہ ٺيڪ آهي نہ؟“

اڌ اکيون بند ڪري، دل تي هٿ رکي، مسڪرائيندي اشوڪ چيو، ”عشق ڪندي بہ ڪنهن جو دماغ ٺيڪ ٿيو آهي ڪلارڪ بابو؟“

غصي ۾ گرم ٿي، ڪلارڪ ٽيبل کي مڪ ٺڪاءَ ڪندي زور سان چيو، ”خاموش!“

ٽائيپ رائيٽر جي ٽڪ ٽڪ ۽ ماڻهن جو گوڙ گنبور هڪ ئي لحضي ۾ بند ٿي ويو. آفيس جي سيني ڪرمچارين پهرين ڪلارڪ ۽ پوءِ اشوڪ ڏانهن نهاريو. موهني پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي اچي ڪلارڪ جي پاسي ۾ بيٺي. پڇيائين، ”ڇا ڳالهہ آهي اشوڪ!“

”ڏس بينا! هيءُ ڪلارڪ سمجهي ٿو تہ مان پاڳل آهيان.“

”پاڳل هوندو پاڻ.“ ائين چئي موهني مسڪرائيندي دروازي کان ٻاهر نڪري آئي ۽ آهستي چيائين، ”پوءِ ڇا تون پاڳل نہ آهين. اچان پاڳلپڻي ۾ ڇا سنگ ٿيندا آهن؟ ڪهڙي حالت بنائي اٿيئي پنهنجي، ڪجهہ سوچيو اٿيئي؟“

اشوڪ موهنيءَ جي هر ناز و ادا کي ڌيان سان جاچڻ لڳو. موهنيءَ جا پلڪ هيٺ ٿيا، اکيون ڦڙيون نگاهون جهڪيون ۽ سندس پيرن ۾ جميون. سندس آڱريون سندس ڪن تائين پهچي آهستي ان کي ڇهڻ لڳيون ۽ پوءِ هوءَ پير جي آڱوٺي سان چمپل کي ڪرڙڻ لڳي.

مگر واٽ ويندي، هڪ پٿر سان ٽڪرجي اشوڪ جڏهن ٿاٻڙ کاڌو [illegible] ٽڪائي پنهنجي پاڻ کان پڇيائين، ”ڇا ڪٿي مان سچ پچ تہ پاڳل ٿيڻ ٿي رهيو آهيان؟“

## (8)

ٻئي ڏينهن اشوڪ آنند سان موهنيءَ جي نوڪريءَ جي ڳالهه ڪئي. فيصلو ڪيو ويو تہ اشوڪ پنهنجي پريم جي واقفيت ڏيڻ لاءِ موهنيءَ کي پريم- پتر لکي. اشوڪ ٻن ڏينهن ۾ ٻہ دفعا خط لکيا. ٻهرين خط هن بمبئيءَ جي جنرل پوسٽ آفيس ۾ وڌو ڇاڪاڻ جو ڪنهن ڪم سان هنجو بمبئيءَ وڃڻو ٿيو هئو ۽ ٻيو لفافو ٻئي ڏينهن هن راشن آفيس جي ليٽر باڪس ۾ وڌو. خط وجهڻ سان هنجي من ۾ ڪيترا وسوسا اڀري آيا.

"ڪيترن ئي ڪرمچارين کي ڪيترن ئي هنڌان ڪيترائي خط آيل هوندا. انهن مان منهنجو بہ هڪ هوندو. مگر منهنجي ٻي آني واري لفافي تي ڪنهن بہ پوسٽ آفيس جو ٺپو لڳل آهيئي ڪونہ. ڪٿي ائين تہ ڪونہ ٿيندو تہ آفيس جو پٽيوالو لفافي تي بنا ٺپي جي ٻي آني واري ٽڪلي ڏسي لفانو ئي گهر کڻي وڃي. يا ٿي سگهي ٿو تہ پٽيوالو خود عاشق مزاج هجي. ڪنهن ڪماريءَ ڏانهن ڪنهن ڪمار صاحب جو گل ڇاپ لفافو ڏسي کولي پڙهي يا ڪنهن کان پڙهائي. آسماني رنگ جو لفافو، ڪاٻي پاسي ۾ وري پيلن اکرن ۾ لکيل Forget me not يعني مونکي نہ وسارج.

ليڪن ڪالهہ ائين نہ هئو. هن اندر ئي اندر ۾ ٽپال جي دٻي کي نمي نمسڪار ڪندي چيو، "اي پيارا ٽپال جا دٻا لکن انسانن جون ڪروڙين ڳالهيون ٻڌي اميد تہ ڪافي آزمودگار ٿي ويو هوندين. يار! هاڻي هڪ ڪم ڪر. مهرباني ڪري منهنجي پريم پتر ۾ پنهنجي آزمودي جو اهڙو تہ روپ جو منهنجي بينا اهو خط پڙهي مون لاءِ تڙپي اٿي. ۽ وياڪل ٿي چوي: ڪٿي آهي منهنجو اشوڪ. مونکي اشوڪ آڻي ڏيو. مونکي اشوڪ بنا شوڪ ٿو ٿيئي!"

شاهي سڙڪ تان هلندي هو هڪ وڏي دڪان تي روڪجي ويو.

شاهي دڪان اندر، شيشن جي ڪٻٽن ۾ عجيب و غريب شيون پيون هيون. هو سوچڻ لڳو، ”زندگيءَ ۾ ڪڏهن ته امير ٿيندس نه؟ سنسڪرت جو ماستر چوندو آهي ته انسان پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي دفعا ضرور شاهوڪار ٿيندو آهي. تنهن جي معنيٰ ته مان به ڪڏهن نه ڪڏهن ضرور شاهوڪار ٿيندس. تڏهن بينا ضرور منهنجي زال هوندي. ۽ جڏهن هن جهڙي دڪان تان لنگهندي بينا چوندي، ”هوءَ بنارسي ساڙهي ته وٺي ڏي نه پريتم!“ تڏهن مان ڪيس اهو جواب نه ڏيندس جو، هڪ شاعر جي شعر ۾ پنجابيءَ عاشق پنهنجي پريتما کي ڏنو هئو. پريتما چيس، ”پيارا پنجابي، سبائي ڏي سلوار.“ پنجابيءَ مشڪي جواب ڏنس، ”چيڪ متايان. حاضر پوءِ سرڪار.“ مان ته بينا کي چوندس؛ بس ڳالهه به ايتري. صرف بنارسي ساڙهي! ڇا هوءَ پلاسٽڪ جي پرس نه کپئي؟ وارن جي لاءِ هو ڇاري نه کپيئي؟ ڏس ته! سامهون زنانو چشمو رکيو آهي، جنهن جي قيمت ستاويهه رپيا اٺ آنا آهي، ڇا اهو نه کپيئي؟ هو ڏس ريشمي ڪپڙي جون باديون. ۽ ذرا هوٺانهن ته نهار! اهو شايد پيئرس سوپ صابڻ آهي ۽ ها، هو آهي ڪٽيڪورا پائوڊر. چئين ته اهي ۽ انهن سان ڪنو روج، لپسٽڪ، وارن جو خوشبوءِ دار تيل ۽ عطر به وٺي ڏيانءِ؟ جيتوڻيڪ تون ته مونکي هونءِ ئي حور- پري ٿي لڳين. ۽ ها، جي دورانديشي ڏيکارڻ جو خيال هجيئي ته پوءِ هو ٻئي پاسي رکيل ٻارن جا رانديڪا به وٺي ڏيانءِ، جنهن سان تنهنجا ۽ منهنجا يعني ته اسان ٻنهي جا ٻار راند ڪندا. اڙي- تون شرمائين ٿي؟ شايد چوين ته اهي ڳالهيون ايڪانت ۾، سو به رات جي وقت ڪرڻ کپن. پر بينا تون ڪهڙي نه الڇاڻ آهين. چو ٿي ٻين جو خيال ڪرين؟ ڇا توکي خبر ڪانهي ته هيءَ بمبئي آهي. هتي جا ماڻهو اهڙا واندا ٿين ئي ڪونه جو ڪن لائي ويهي اسان جون ڳالهيون ٻڌن. گهبراءِ نه..... جيڪي دل ۾ اچيئي چئي ڏي.“ ۽ موهني ساڃي ٻانهن ڊگهي ڪري، ڏسٽيءَ آڱر سان اشارو ڪندي چوڻ لڳي، ”...ي کپي.... هو کپي.... ۽ هو.... ۽ هو... ۽ هو.... ۽ ۽ هو.... ۽ بس.“

## (9)

اٽڪل ٻارهين بجي موهنيءَ کي اشوڪ جو نمبر ٻيو خط مليو. نمبر ٻهريون اڃان ڀهتو ئي ڪونه هئو. موهني عجب مان لفافي کي ڏسڻ لڳي. نٿين ساهيڙي ڪملا اچي اڳيان بينس ۽ مشڪي پڇڻ لڳس، ”واه موهني. اڃا، آئي هفتو به ڪونه ٿيو اٿيئي ته خط به اچڻ شروع ٿيا اٿيئي. ڪنهن لکيو اٿيئي اهو رنگين لفافو؟“

موهنيءَ خود نٿي ڄاتو ته ڪيس اهو لفافو ڪنهن لکيو هئو. لفافي جي ڪنڊ ۾ لکيل هئو ”ساگر وٿان“. ڪملا سندس هٿن مان لفافو ڪسيندي چيو، ”ڪير ٿيئي ساگر؟“

موهني بلڪل منجهي پيئي. ٿورو ترسي مشڪي چيائين، ”ساگر منهنجي ڀاءُ جو دوست ٿئي. شايد منهنجي ڀاءُ کي منهنجي ائڊريس تي خط لکيو اٿائين.“

”پر موهني“ ڪملا شرارتي نموني مرڪي چيو، ”ان ڏينهن پڇڻ تي ٻڌايو هوءِ ته توکي هڪ به ڀاءُ ڪونهي. سو اڄ وري ڀاءُ جي پيئي ڳالهه ڪرين؟“

عجيب مسئلو ڪڙو ٿي ويو. پر موهنيءَ ان کي حل ڪندي چيو، ”چندر منهنجو ماسات ٿئي، مگر مان ڪيس ڀاءُ چوندي آهيان.“ ڪملا کان لفافو وٺندي ڳالهه کي ٺاهيندي موهنيءَ چيو، ”ساگر به بلڪل شرميلو آهي، ڏس نه ڪملا. هتي اچي هو هيءُ لفافو ليٽر باڪس ۾ وجهي ويو ته آهي مگر گڏيو هڪ منٽ به ڪونه.“

”اهو ته مان به سوچي رهي هئس.“

موهني اندر ئي اندر ۾ بي آرام ٿي رهي هئي، ٻاهران مشڪي چيائين، ”درحقيقت ڳالهه هيئن آهي ته ڪجهه وقت ٿيو جو ساگر مونسان شرط لڳائي ته

مان امتحان ۾ ناپاس ٿينديس. پر مان پاس ٿيس. شرط ڪل پنج رپيا هئي. سو شايد ان پنجين رپئي جي ڪري راشن آفيس ۾ اچي بہ مونسان گڏجي نہ ويو آهي."

ڪملا هلڪو ٽهڪ ڏيئي چيو، "تي سگهي ٿو تہ اهي پنج رپيا، جي تو هن ڪان شرط ۾ کٽيا هئا، هن لفافي ۾ ئي پيا هجن."

"واه ڪملا! اهو تہ خوب ٻڌائيءِ. تنهنجو دماغ ڪافي سٺو ٿو معلوم ٿئي."

ڪملا وري هڪ ٽهڪ ڏيئي چيو، "ان ۾ سٺي دماغ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. رواجي ڳالهہ آهي. خط تنهنجي ائڊريس تي آهي ۽ نہ چندر جي. تنهن جي معنيٰ تہ ان ۾ جو ڪجهہ آهي، اهو تنهنجو آهي؛ نہ چندر جو. پوءِ چاهي چٺي چاهي رپيا؟"

"توکي تہ وڪيل ٿيڻ کپندو هو ڪملا! تون چو اچي هن راشن آفيس ۾ ڦاٿي آهين؟ چڱو ٻڌ. جي هن مان پنج رپيا نہ نڪتا تہ نور قسم مان توکي هڪ رپئي جي سائي مٺائي کارائينديس."

"پوءِ پلا کول لفافو؟"

"اون– هون" موهنيءَ چيو، "هاڻ نہ– ماني کائڻ وقت سمجهيءِ؟"

۽ برابر ماني کائڻ وقت موهنيءَ لفافو ڪ-ليو. ان وقت ڪملا موجود ڪانہ هئي. خط ۾ لکيل هئو.

منهنجي بينا،

اڄ توکي خط ڏسي عجب لڳندو ئي ڪ نہ. عجب تہ توکي پهرين خط تي لڳو هوندو. پهريون خط پڙهي اميد تہ مونکي چڱيءَ طرح سڃاڻي ويئي هونديءَ. مان آهيان اشوڪ يعني تو بينا جو ساگر!

پريتما! دنيا جي اندر ليلا مجنون، شيرين فرهاد، سسئي پنهونءَ جون ڪهاڻيون مشـ ـن. هنن پيار جي مها ڪٺن راه تي قدم تري پيار جو جهنڊو بلند ڪيو. پريتما! مجنونءَ جو ليلا سان، فرهاد جو شيرين سان ۽ پنهونءَ جو سسئي سان انهيءَ ڪري ايترو پيار هئو جو ڇاڪاڻ جو موت ۾ ليلا جو مجنونءَ

سان، شيرين جو فرهاد سان ۽ سسئي جون پنهونءَ سان بيحد پريم هئو. مان بہ مجنون، فرهاد ۽ پنهونءَ جهڙو ٿيڻ لاءِ تيار آهيان. بشرطيڪ تون ليلا، شيرين ۽ سسئيءَ جهڙي ٿين. ۽ پوءِ اسان ٻنهي جي محبت جو داستان ”بينا ۽ ساگر“ جي نالي سان ليلا مجنون، شيرين فرهاد ۽ سسئي پنهونءَ جيان ديسان ديس پکڙجي ويچي ۽ ڪنهن وقت اسان جي زندگيءَ جي هڪ شاهڪار ڪهاڻي لکي ويجي ۽ وري ڪڏهن ماسٽر پيس پڪچر ڪڍي وڃي.

هن وقت منهنجي سيني جي اندر، دل جي نازڪ گهراين ۾، پريم جي جوتي جلي رهي آهي. منهنجو ڏيان ڌر. ڏس تہ تنهنجي دل ۾ بہ ڪيئن ٿو محبت جو مچ ٻري. اچ تہ دنيا جي اندر، پريم جي اٿاهہ ساگر ۾ هڪ ٻئي کي هٿ ڏيئي، هڪ ٻئي جي سهاري ترندا هلي پار پئون ۽ زندگيءَ جي مقصد تي موجوده زماني ۽ ايندڙ يگ جي پريمين لاءِ ڪو نئون آدرش قائم ڪريون.

جيون جي شاهراه تي مون پريم جي مشعل جلائي آهي، دل اڳتي ۽ اڳتي، سدا اڳتي وڌڻ لاءِ بيقرار آهي. صرف هڪ همراهيءَ جي ضرورت آهي. دل ۾ هڪ خال آهي جو صرف تون پري سگهين ٿي. آشا اٿم تہ پنهنجي پاڳل پريميءَ جي تمنا پوري ڪرڻ ۾ ڪائي ڪسر نہ ڇڏينديئن. وڌيڪ بس. جواب ضرور ڏج. پر اسڪول جي ائڊريس تي....

**پيار مان:- تنهنجو ساگر**

موهنيءَ خط پڙهي پيرن جي نهن کان وٺي سر جي تارونءَ تائين ترتر ڪنبي ويئي. هن کي اشوڪ کان سخت نفرت هئي. ڪو وقت هئو، جڏهن هوءَ هن کي پنهنجو اشٽ ديوتا ڪري سمجهندي هئي. مگر پوءِ جڏهن هوءَ وڃي ڪوليواڙا ۾ ماسيءَ وٽ رهي ۽ بمبئيءَ جي هڪ اسڪول ۾ پڙهڻ لڳي هئي تڏهن اتي اشوڪ خلاف ڳالهيون ٻڌي ٿي هوءَ ان منزل تي پهتي هئي. جن ڪيس اشوڪ* خلاف ڀڙڪايو هئو. اهي سندس اڳ جون هم ڪلاسڻ هيون. جي سائنس گڏ ڪئمپ ۾ پڙهنديون هيون. اشوڪ، للتا، مٿنا ۽ سشيلا جي ٻهچ کان پري هئو. هن گهڻو ئي چاهيو تہ اشوڪ سندن زندگيءَ ۾ اچي مگر ناڪامي ڪارڻ هن بہ موهنيءَ کي ڪجهہ اهو چيو جو ٻاک جي جهٽڪي کي

نہ پهچڻ جي حالت ۾ گدڙ چيو هئو تہ انگور کٽا آهن. اشوڪ هڪ لوفر-لفنگو ۽ شريف غنڊو آهي؛ اهي هئا لقب جي هنن موهنيءَ کي ٻڌايا هئا. ۽ ان ڳالهہ کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيس گهٽيئي ڏند ڪٽائون ناهي ٻڌايون هئائون.

مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ موهنيءَ کي يڪدم ڪلياڻ ڪئمپ ۾ راشننگ آفيس ۾ نوڪري ملي ويئي هئي. پهرين ڏينهن تي، جڏهن هوءَ آفيس وڃي رهي هئي، هن اشوڪ کي پان واري دڪان تي بيٺل ڏٺو. هو پنهنجن خيالن ۾ هئو. ان ڪري موهنيءَ جي پاسي کان لنگهي وڃڻ جي باوجود بہ ڪيس موهنيءَ جي لنگهڻ جي ڪابہ خبر نہ رهي. اشوڪ جي شڪل ڏسنديئي هن کي حيرت وٺي ويئي. ۽ پوءِ هن سوچيو هئو، ”آواره ماڻهن جو حال هميشه اهڙوئي ٿئي ٿو. شڪل اهڙي ٿي ويئي اٿس گويا سالن کان اناج جو ڪٽو بہ ڪونہ کاڌو اٿائين. سامهون بيٺو اهڙن خيالن ۾ آهي گويا دنيا ۾ امن آڻڻ جو بار سندس ڪلهن جي مٿان پيل آهي. پڳوان جي ليلا بہ نياري آهي. ڪو وقت هو جڏهن مان هن لاءِ مُئس ٿي. هنجي مسڪراهٽ منهنجي دل ۾ جذبات جو طوفان ٿي پيدا ڪيو. هنجي نگاهن منهنجي جسم ۾ ڪتڪتائي ٿي مچائي. هنجي ٿهڪن مونکي پاڳل ٿي بنايو. ۽ هو سپنو.....“ آفيس ڏانهن ويندي ويندي ڪيس اهو سپنو بہ ياد اچي ويو.

سهائي رات هئي. چؤطرف شانتي ئي شانتي هئي. بس صرف دور کان جهوٽن جو مڌر آلاپ، سنگيت جي سرشٽي پيدا ڪري رهيو هئو. ائين پئي معلوم ٿيو گويا رات راڻي پنهنجي جسم مٿان سنهري پوشاڪ اوڍي، پيرن ۾ جهرٽن جا گهنگهرو پائي، ڇم-ڇم نچي رهي هئي. آسمان جا تارا مستيءَ ۾ مخمور ٿي اکيون ڇينبيندا رجنيءَ جي ناچ ڏسڻ ۾ محو هئا. مٺي مٺي هوا لڳي رهي هئي. چندرما چاندنيءَ ۾ شراب ڇلڪي رهيو هئو ۽ ان آڌي رات جي وقت موهني پنهنجي ڦلواڙيءَ ۾ مدمست ڪڙي هئي. هوا ۾ سندس ڪليل وار اڏامي سندس جسم ۾ مٺا سيسرات پيدا ڪري رهيا هئا. ۽ هوءَ ڳائي رهي هئي.

”هيءَ ڌرتي ۽ آسمان- هي چنڊ ستارا
ڪن ٿا وقت وقت- توکي اِشارا
ڏسين ٿو يا نہ- اڙي پڌڻ وارا
هي پريت جا اِشارا- ۽ پريت جا نظارا؟“

اوچتو آسمان جا تارا رنگ برنگي روشني ڏيڻ لڳا. چؤطرف گويا ڪو زور سان ويٺا وڄائڻ لڳو ۽ ان وقت آسمان جي چندرما مان اشوڪ هوا ۾ اڏامندو هيٺ لهي آيو. هن کي ڏسي موهنيءَ چيو، ”اشوڪ.“

ٻئي ڊوڙ پائي اڳيان وڌيا ۽ پل ۾ ملي هڪ ٿي ويا. نہ چنڊ ٿئو نہ تارا ڪريا. ۽ نہ ئي ڪو وري ويٺا جي واڄي بند ٿي. پريم- ميلاپ ۾ جڻڪ صديون گذري ويون. صبح ٿيو. موهنيءَ جون اکيون کليون. سپنو ختم ٿي چڪو هئو ۽ ان وقت موهنيءَ جي ٻانهن ۾ اشوڪ نہ.... وهاڻو هئو.

واٽ ويندي موهني سوچڻ لڳي، ”ان اشوڪ ۽ هن اشوڪ ۾ صبوح ۽ شام جيترو تفاوت آهي. صبوح جو سج جڏهن چڙهندو آهي تڏهن سڄي دنيا کي روشني ڏيندو آهي مگر جڏهن شام جو لهي ويندو آهي تڏهن ڇڏي ويندو آهي انڌڪار. اشوڪ جي اسڪولي جيوَن ۾ ئي پيار جو سج اڀريو هئو مگر اڄ سندس چهري ڏسڻ مان ائين ٿو معلوم ٿئي تہ هاڻ اهو پريم جو سج لهي چڪو آهي. اها اشوڪ جي ڪم نصيبي آهي جو هن زندگيءَ جي صبوح ۾ ئي پيار جي شام ڏٺي آهي.“

اشوڪ جو خط پڙهي موهني غصي ۽ نفرت سان ڀرجي ويئي. ۽ سوچڻ لڳي، ”هڪ غنڊي ۽ اشوڪ ۾ تفاوت ئي ڪهڙو آهي؟ صرف ايترو تہ غنڊو کلم کلا خراب ڪم ڪري ٿو پر اشوڪ پڙدي جي پٺيان. ليڪن هڪ غنڊو هڪ ڇوڪريءَ کي ائين ڪڏهن بہ نٿو لکي سگهي. جيئن اشوڪ لکيو آهي. غنڊو خراب ڪم ڪري، ڪڏهن بہ پريم جا نعرا نٿو هڻي. جيئن اشوڪ هڻي رهيو آهي. پڇيس تہ: تون ڇا ڄاڻين پيار! پيار ڪرڻ ڇا گڏن گڏين جو کيل آهي؟ شڪل تہ ڏسوس. سمجهندو هوندو تہ موهنيءَ کي پائڻ چپٽين جو ڪم آهي مگر ڪيس ڪهڙي خبر تہ موهنيءَ کي پائڻ، آسمان کي ڇهڻ

سمان آهي!"

آفيس مان موٽندي هنجي دل ۾ الجهن پري هلچل هئي. ڪملا ٻه ڪيس ڪونه گڏي. ڪنهن ٻڌايس ته متي ۾ سور هئڻ ڪري موڪل وٺي ويئي هئي. ڪجهه سوچي هن للتا، مٿنا ۽ سشيلا جي گهرن ڏانهن رخ رکيو. اُهي ٽيئي هنجون گهريون ساهيڙيون هيون. ڳالهه ٻڌي اچي اشوڪ تي متيون. اهڙي ته سخت آلوچنا ڪيائون جو موهنيءَ کي سندس صلاح مڃڻي ئي پيئي.

موهني ساهيڙين جي چوڻ موجب اهو خط پنهنجي ماءُ کي ڏنو. ماڻس خط پڙهي واتڙي ٿي ويئي ۽ جڏهن رات جو ٻار سمهيا تڏهن موهنيءَ ماءُ اهو خط پنهنجي پتيءَ کي ڏنو. موهنيءَ پيءُ جهامنداس خط پڙهي هڪوٻڪو ٿي وبو. زال کان پڇيائين، "پوءِ هاڻي ڇا ڪجي؟"

"ڇا ڪجي وري ڇا ڪجي؟" موهنيءَ ماءُ چيو، "اهو خط وڃي پوليس ۾ ڏيو ۽ پوءِ بدمعاش کي پڪڙايو. ٻيو وري ڇا ڪندا؟"

موهني اڪيون پوري ديوار طرف پاسو ورائي ڏيان سان ماءُ پيءُ جون ڳالهيون ٻڌڻ لڳي. جهامنداس چئي رهيو هئو، "پر پوليس ۾ خط ڏيڻ سان ڳالهه ته اخبارن تائين پهچي ويندي ۽ اخبارن وارا ته اهڙين خبرن لاءِ اکيون پائي ويٺا هوندا آهن. ذري جي ڪڙڪ ٻڌائون ته تيستائين نه ڇڏيندا جيستائين اسان کي زهر (Poison) جو سهارو نه ورتو آهي."

ٿورو وقت چپ رهي موهنيءَ ماءُ چيو، "ته پوءِ ڪنهن مُکيءَ يا پنچ سان ڳالهه ڪريو. ڪين چئو ته هي سڀ ڇا آهي؟ چو ڪين تي اهڙن لچن، لفنگن کي ڪئمپ نيڪالي ڏني وڃي؟"

"پر انهن مکين ۽ پنچن جي پچن ۾ ٻه ته اهي اخبارن وارا لڪيا پيا آهن."

"ته پوءِ ڌيءُ جو آفيس وڃڻ ئي بند ڪري ڇڏيو. نا هوگي بانس نه بجيگي بنسري."

"پو، نوڪري ڪير ڪندو؟"

"ته ڇا نوڪري توهان کي عزت کان به وڌيڪ ٿي لڳي؟"

جهمنداس ويچار ۾ پئجي ويو. اوچتو موهنيءَ کي سڏ ڪندي پڇيائين، ”هيءُ توکي ڪٿون خط آهي؟“

اڳيان اچي موهنيءَ چيو، ”پهريون آهي بابا.“

”پر لڳي ته ائين ٿو گويا هن کان اڳ به توکي خط پٽ لکيو اٿائين.“

”ها بابا! لڳي ته ائين ٿو. مگر مونکي ته اهوئي مليو آهي.“ ٿورو ترسي چيائين، ”هڪ ڳالهه چوان بابا؟“ پيءُ کي ڪنڌ لوڏيندو ڏسي چيائين، ”ماستر لالچند جي اشوڪ مٿان ڪافي هلندي آهي. هو ”بيوس چونڪ“ جي پاسي، ڏهين بلاڪ ۾ رهندو آهي. توهين ان وٽ وڃو. ڏسو ته توهان کي ڪهڙي ٿو صلاح ڏئي.“

ڳالهه نيڪ سمجهي جهامنداس وڃڻ جو ارادو ڏيکاريو. ۽ تمام جلد بيرن ۾ جتي ۽ مٿي تي ڪاڏيءَ جي ٽوپي پائي، ساڄي هٿ ۾ لڪڻ کڻي، پٺيءَ جي وريل ڪنڌي کي سڌو ڪري نهايت پريشانيءَ ۾ هو ماستر لالچند جي گهر ڏانهن روانو ٿي ويو.

## (10)

جهامنداس جي وڃڻ کان پوءِ ماستر لالچند سڌو اشوڪ جي گهر ڏانهن راهي ٿيو. اتي پهچي، اشوڪ کي ساڻ ڪري پنهنجي گهر موٽيو. سندس زال ٻارن سان پيڪي ويل هئي. سندس وڏو پٽ موهن؛ بمبئيءَ جي هاسٽل ۾ رهي بي- اي امتحان جي تياري ڪري رهيو هئو. لالچند گهر ۾ گهڙڻ سان دروازو ٻاڻي چاڙهيو. بتي اڳ ۾ ئي ٻري رهي هئي. ٻه دريون هيون جي ٻه اڳ ۾ ئي کليل هيون. سامهون هڪ وڏي ميز تي ڪيترائي ڪتاب ۽ ڪاپيون ٽڙيون پکڙيون پيون هيون.

ان گول ميز جي چوڌاري ست ڪرسيون پيون هيون. ويچاري ماستر لالچند کي فرصت ڪٿي جو هڪ ڪرسيءَ تي ويهي ڪتاب ۽ ڪاپيون ٺاهي رکي. امتحان جا ڏينهن هئا. ماسترن لاءِ ٽيوشن ڏيڻ جي مارڪيٽ گرم هئي. ماستر لالچند جو اڌ ڏينهن ته ويو ٿي اسڪول ۾ باقي اڌ ڏينهن، اهو وري ويس ٿي ٽيوشن تي. ويچار ڪرڻ جهڙي ڳالهه آهي. چوويهه وديارٿي. هر هڪ ويهه رپيا ڏيندڙ، ڪل چئن گروپن ۾ ورهايل. هر هڪ گروپ ۾ ڇهه ۽ انهن ڇهن سان ڏيڍ ڪلاڪ مغز ماري. هر گروپ کي پڙهائڻ کان پوءِ پندرانهن منٽ ٽڪ پيڻ لاءِ چانهه ۽ بسڪيٽ. ماستر صاحب جا ڇهه ست ڪلاڪ ويا ٿي اسڪول ۾ ۽ ست اٺ ڪلاڪ ٽيوشن تي. اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سندس دماغ جي حالت ڪهڙي هوندي ۽ اهڙي حالت ۾ ماستر لالچند کان ڪيئن پڇندو جو هو ڪاپين ۽ ڪتابن کي ٺاهڻ ۾ ويهي پنج ڏهه منٽ وڃائي؟

مگر اڄ..... اشوڪ کي ڪرسي تي وهڻ لاءِ چئي هو نامعلوم ڪيترن ڏينهن کان ٽڙيل پکڙيل ڪتابن ڪاپين کي ٺاهڻ ۾ لڳي ويو. اشوڪ ڪرسيءَ تي ويهي ٺونٺ ميز تي ۽ ڪنڌ ترِيءَ تي رکي ماستر ڏانهن نهارڻ لڳو. ماستر ڪتاب ۽ ڪاپيون اپي قطار ۾ رکندي پڇيو، "اشوڪ! استاد ڪنهن

ڪي چئبو آهي؟"

"حيڪو شاگرد کي تعليم ڏئي."

"۽ جيڪڏهن شاگرد غلط راه تي وڃي ته؟"

"ته ماستر جو فرض آهي ته هو شاگرد کي صحيح راھ تي آڻي."

"هڪ سوال پڇان، ڪوڙ ته ڪونه ڳالهائيندين؟"

"ڪوڙ ڳالهائڻ منهنجي سڀاءَ جي خلاف آهي."

ماستر ڪاپيون ۽ ڪتاب ناهي اڃي اشوڪ جي سامهون ويٺو. پوءِ اشوڪ جي اکين ۾ پنهنجون نگاهون کپائيندي پڇيائين، "تو ڪڏهن ڪنهن ڇوڪريءَ کي پيار ڪيو آهي؟"

اشوڪ کان چرڪ نڪري ويو. سندس نوٽ ٽيبل تان هيٺ ڪسڪي ويئي. پهرين سندس ڪنڌ به ٿورو هيٺ جهڪيو مگر پوءِ جهٽ پٽ هن اهو مٿي ڪري ڇڏيو. ان هوندي به سندس دماغ جي حالت اهڙي ته ٿي گويا ڪنهن سندس سر تي زور سان لوهي ڏنڊي ٺڪاءُ ڪري ڪيس، هيٺ مٿي گول ڦرندڙ ڇوڏيل ۾ چاڙهي ڇڏيو هئو.

هن نمائي نوع ۾ ها ڪئي.

"مگر جنهن کي تون پيار ڪندو آهين سا توسان نفرت ڪري ٿي!"

"اهو توهان ڇا چئي رهيا آهيو سائين؟"

"مان توکي ديوتا سمجهندو هوس مگر تون نڪتين ڪميٽو!"

"پيار ڪرڻ ڇا ڪميڻائي آهي سائين؟"

"اجان ڪميڻائيءَ ۾ ڇا سنگ ٿيندا آهن؟ ڇورا جي پريم ڦاٿي ٿي نڪتي ته مون وٽ اچين ها، مان توکي ڀڳوان سان پريم ڪرڻ سيکاريان ها."

"ته ڇا ڪنهن انسان سان پريم ڪرڻ پاپ آهي؟"

"ها پاپ آهي. معصوم ڪنيائن کي خط لکڻ نه رڳو اخلاقي پاپ آهي بلڪ قانوني پڻ."

"نامعلوم توهان پريم کي ڪهڙي نگاهن سان ڏسو ٿا. پريم جي معنيٰ ته هڪ ٻئي کي سمجهي، هڪ ٻئي ۾ سمائجي؛ هڪ ٿي وڃڻ ۾ آهي نه؟ پر

جنهن ڳالهہ کي توهان پاپ چئو ٿا اهو "پاپ" ڇا آهي. ان جو بہ فيصلو اڃان تہ ٿي نہ سگهيو آهي. اوهان ڪڏهن سوچيو آهي تہ جا ڳالهہ هڪ هنڌ پاپ سمجهي وڃي ٿي اها ساڳي ڳالهہ ڪنهن ٻئي هنڌ پڇ بہ سمجهي وڃي ٿي؟ پر جي توهان ائين چوندا تہ خراب ڳاليهن جي ميل جي نتيجي کي پاپ ۽ سٺين ڳالهين جي ميل جي نتيجي کي پڇ چئجي ٿو تہ پوءِ اوهان ڪڏهن اهو سوچيو آهي تہ خراب ۽ سٺي ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ شيڪسپيئر جي چوڻ موجب تہ دنيا ۾ ڪابہ ڳالهہ خراب يا سٺي نہ آهي. اها صرف اسان جي خيالات جي پيدائش آهي."

"اشوڪ! مونکي غلط نہ سمجهہ. مان توکي ايترو ٻڌائڻ بلڪل ضروري ٿو سمجهان تہ تنهنجو پيار هڪ طرفو پيار آهي. ان ڪري تنهنجي لاءِ اهو بهتر ٿيندو تہ تون موهنيءَ جو تياڳ ڪري ڇڏ."

"هڪ طرفو پيار.... توهان هي ڇا چئي رهيا آهيو سائين؟"

"مان بلڪل ٺيڪ چئي رهيو آهيان اشوڪ! تنهنجو ۽ موهنيءَ جو ميل ناممڪن آهي. اهو نہ رڳو منهنجو رايو آهي بلڪ موهنيءَ ۽ سندس ماءُ پيءُ جو پڻ."

"مونکي پنهنجي پريم تي وشواس آهي سائين. مان پنهنجي پريم جي روحاني ٻل سان انهن سڀني جو رايو بدلي ڇڏيندس."

"ٻڌ اشوڪ مان مسٽر جهامنداس کي وچن ڏيئي چڪو آهيان تہ تون موهنيءَ کي ڌرم جي ڀيڻ ڪري مڃ، نہ پريتما!"

اشوڪ عجيب نوع ۾ چيو، "سائين! مان تہ موهنيءَ کي پنهنجي پتني ڪري چڪو آهيان ۽ اها ڳالهہ مون ڪيس ڀرئين خط ۾ صاف ڇاف لکي آهي."

"۽ اهو لکي تو پنهنجو ۽ منهنجو منهن ڪارو ڪيو آهي!" ماسٽر لالچند غصي ۾ چيو. "هاڻ ٻڌ اشوڪ! مون توکي شرافت سان ڪافي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر تون ڪجهہ بہ مڃڻ کان انڪار ڪري رهيو آهين. منهنجو تو سان پيار هو ۽ سمجهو هوم تون ان پيار جي عزت رکندين ليڪن تون ان جو ناجائز فائدو وٺي رهيو آهين. خير- هاڻي ٻڌ! سياڻي سچ ايرڻ سان مان پران تياڳ ورت رکندس. مري ويندس مگر آن جل نہ

ورتائيندس. جڏهن دنيا کي خبر پوندي تڏهن اها ڪلندي ۽ چوندي ته هڪ ماستر، هڪ شاگرد جي پاپ جو پراشچت ڪندي مري ويو. مگر شاگرد سندس هڪ نه ٻڌي ۽ سمجهان ٿو ته پهريون اهو تون هوندين جو روئندو منهنجي گهر ايندين ۽ اچي منهنجي ڪاٺيءَ جو ڪانڌي ٿيندين. پر متان سمجهين ته ڳالهه اتي ختم ٿيندي. جهامنداس اهي خط پوليس ۾ ڏيندو جا توکي گرفتار ڪندي؛ ڇاڪاڻ جو تو موهنيءَ کي زال ۽ نامعلوم ڇا جو ڇا لکيو آهي، جو تون خود قبول ڪرين ٿو ۽ جو قاعدي موجب هڪ وڏو گناهه آهي. گرفتار ٿيڻ کان پوءِ تون بدنام ٿي ويندي. تنهنجو خاندان بدنام ٿي ويندو. تنهنجو پيءُ رستي تان ڪنڌ مٿي ڪري هلي نه سگهندو ۽ تنهن ڪانسواءِ منهنجي موت جو به پاپ توتي پوندو. اشوڪ پوءِ تون کلڻ چاهيندين ته کلي نه سگهندين. روئڻ چاهيندين ته روئي نه سگهندين ۽ هڪڙي ڏينهن بچڙو ٿي مري ويندي. مري ويندين مگر ڪو توکي ڪٽڻ ته ڇا پر ڏسڻ به ڪونه ايندو. ۽ تنهنجي ان دردشا تي تنهنجو روح تنهنجي لاش جي چوٽرف چلائيندو ۽ چيخيندو، ڪرڪندو ۽ ڪجهندو، پٽڪندو رهندو!"

ماستر جي ان خوفناڪ حملي سان سخت زخمي ٿي اشوڪ گهايل دل سان سوچڻ لڳو، "اف! پيار به ڪنهن سان ڪيم؟ انسان جنهن منهنجي پيار جي "پ" کي به نه سمجهو. ماستر جي پراڻ تياڳ ورت جي پرواهه ناهي. مگر جي سچ پچ پوليس مونکي گرفتار ڪيو ته پوءِ دادا ۽ پاپيءَ جي ڇا گهڻ بيعزتي ٿيندي؟ ڇا اها بيعزتي هو سهي سگهندا؟ پاپي؛ جيڪا اڌ مري چڪي آهي سا جي هميشه لاءِ مري وڃي ته پوءِ... .....؟ موهنيءَ جهڙي ڇوڪري ته ٻي ملي ٿي ويندي مگر مان اُها ماءُ ڪٿان آڻيندس جنهن مونکي دل ۽ جان سان پاليو ۽ نپايو آهي؟ ۽ ان کان پوءِ دادا جي ڪهڙي حالت ٿيندي؟ شانتيءَ جي ڪهڙي حالت ٿيندي؟ خود منهنجي ڪهڙي حالت ٿيندي؟ ۽ اهو به صرف ان جي ڪري جنهن کي مون ڏانهن رتي ماتر پريم به ڪونهي. ته ڇا مان موهنيءَ جو تياڳ ڪريان؟... مگر منهنجو پريم... منهنجي تپسيا... منهنجي [illegible]... منهنجو انتظار... ڇا ان جي ڪا قيمت ڪونهي؟... ڪا معني ڪونهي؟...

چا أهي سڀ وئرٿ ٿي ويندا؟...“

”سائين!“ اشوڪ تڙڦندي چيو، ”مان موهنيءَ جو تياڳ ڪرڻ لاءِ تيار آهيان!“

”ان تياڳ جي پوري معني؟“

”تہ مان سيني حواسن کي موهنيءَ طرف بي حواس ڪري؛ من، وچن ۽ ڪرم سان نہ موهنيءَ جو خيال ڪندس، نہ ان بابت ڳالهائيندس ۽ نہ ان طرف کو ڪرم ڪندس.“

”شاباس“ لالچند پنهنجي جيت تي فخر سان چيو، ”بيشڪ تون هڪ آدرشي انسان آهين.“

اشوڪ طنزي نوع ۾ چيو، ”۽ انسان ڪئو ڪميٽو پڻ!“

”ائين نہ چئہ.جوانيءَ ۾ هميشه جوان ائين ڪندا آهن. تنهن ڪري اها ڪا وڏي ڳالهہ ڪونهي. مسٽر جهامنداس کي مون اڳ ۾ ئي چيو هو تہ تون هڪ سداچاري وديارٿي آهين. اڄ تون وچن ڏنو آهي تہ تون موهنيءَ جو من، وچن ۽ ڪرم سان تياڳ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو آهين، مگر هڪ ٻي ڳالهہ. تون صرف ايترو چئہ تہ جي بہ تون ان تياڳ جي ڪٺن منزل تي پهچڻ ۾ پوريءَ ريت سڦل نہ ٿين؛ يعني تہ تون من، وچن ۽ ڪرم سان موهنيءَ جو تياڳ ڪري نہ سگهين، تہ هڪ وچن ٻيو بہ ڏي تہ ان حالت ۾ تنهنجي من، تنهنجي وچن ۽ تنهنجي ڪرم جو رخ موهنيءَ طرف اهڙو ٿيندو جهڙو هڪ ڌرم جي ڀاءُ جو ڌرم جي ڀيڻ ڏانهن ٿيڻ گهرجي. منهنجي چوڻ جو مطلب صرف اهو آهي تہ تون موهنيءَ کي پنهنجو ڪجهہ بہ نہ ڪري سمجهہ. پر جي ڪجهہ سمجهين تہ صرف اِهو تہ هوءَ تنهنجي ڌرم جي ڀيڻ آهي. ڌرم جي ڀيڻ! ياد رک .... ڌرم جي ڀيڻ!!“

ڌرم جي ڀيڻ جا اهي ٽي لفظ اشوڪ جي دل ۾ بمبازي ڪرڻ لڳا ۽ ان بمبازيءَ ۾ تباهہ ٿي ويو. اشوڪ جو پريم سنسار... جذبات جو جهان.... ڌيرج جي دنيا ۽ .... ڪلپنائن جي ڪائنات.

هن ڪنڌ لوڏي ها ڪئي. لالچند اچي پاسي کان بيٺس. سندس مٿي تي آشيرواد جو هٿڙو گهمائيندي چيائين، ”ليڪن اشوڪ اهو ڪڏهن نہ وسارج تہ: رگهو ڪل ريت سدا چلي آئي، پراڻ جائي پر وچن نہ جائي.“

## (11)

جنهن ڏينهن موهنيءَ کي اشوڪ جو ٻيون نمبر خط مليو، ان ڏينهن ئي موهنيءَ کي بمبئيءَ مان اشوڪ جو پهريون خط بہ آيو هئو. پر ان وقت موهني پاسي واري آفيس روم ۾ ڪنهن ڪم سان ويئي هئي ۽ ان ڪري اهو لفافو ڪملا جي هٿ چڙهي ويو. ڪملا اڳ ۾ ئي محسوس ڪري چڪي هئي تہ دال ۾ مڙيئي ڪجهہ ڪارائڻ هئي. لفافي تي "ساگر وٽان" پڙهي هن ان ڳجهارت کي سلجهائڻ لاءِ اهو لفافو ٻيٽو ٽيٽو ڪري پنهنجي پرس ۾ وجهي ڇڏيو ۽ پوءِ مٿي ۾ سور جو بهانو ڪري موڪل وٺي گهر هلي ويئي ۽ ان ڪري ئي هوءَ موهنيءَ کي منجهند جي ماني کائڻ مهل ڪونہ گڏي.

گهر وڃي ماني کائي جڏهن هن سنان جاءِ ۾، دروازو بند ڪري، ڪڙو پاڻي خط پڙهيو تڏهن سندس دماغ چڪر کائي ويو. ان چٺيءَ ۾ ڪنهن جي پيار جي تواريخ هئي. جنهن ۾ ڪنهن دل جي نازڪ گهراين مان نڪتل هڪ دلسوز صدا هئي. جنهن ۾ انتظار سان ڀريل ڪلپنائون، اڌمن سان ڀريل حسرتون ۽ بيقراريءَ سان ڀريل تقاضائون هيون ۽ هئي رنگين ۽ حسين محبت جي دل بهار ڪهاڻي.

ڪملا سوچڻ لڳي، "موهنيءَ جي پريتم جو پريم. سنگهاسن ڪيترو نہ بلند آهي. پريم جي شروعات کان وٺي اڄ تائين هن ڪيئن نہ پنهنجي پريم کي زنده رکيو آهي. موهني واقعي خوشنصيب آهي جنهن کي اشوڪ جهڙو پريتم مليو آهي. منهنجي چوطرف بہ ڪيترا نوجوان ڦرندا رهن ٿا، مگر انهن جي اکين ۾ شرم ڪٿي؟... انهن جي ڳالهائڻ ۾ تميز ڪٿي؟... ڇيڙڇاڙ ڪرڻ ڪانسواءِ هنن وٽ آهيئي ڇا؟ نہ پيلو ڪرڻ واري دل ۽ نہ نڀائڻ واري آتما!"

سچو ڏينهن ڪملا اشوڪ جي چهري جا تصور ڪرڻ لڳي. هوءَ

اشوڪ کي ڏسڻ لاءِ تڙڦڻ لڳي؛ جنهن جو خط پڙهي هن نہ رڳو سنان جاءِ ۾ روئي ڏنو بلڪ سپنن ۾ پڻ سڏڪا پريا. رات جي خاموشيءَ ۾ جڏهن مائس سڏڪن جو آواز ٻڌو تڏهن واٽڙي تي اتي اچي ڪملا جي کٽ وٽ بيٺي. ڪيس ڏونڌاريندي چيائين، ”ڪملا- او ڪملا!“

ڪملا جاڳندي سسڪيون ڀريندي چيو، ”جي ڀاڀي.“

”ڇا ڳالهہ آهي؟“

”ڪجهہ نہ ڀاڀي.“

”تہ پوءِ تون روئي ڇو رهي آهين؟ سچ ٻڌاءِ ڏيءَ ڇا ڳالهہ آهي؟“

ڪملا ڀاڻ نہ روڪي چوڻ لڳي، ”ڀاڀي! مون ڏٺو تہ وڏا وڏا پهاڙ ٽڪر ٽڪر ٿي هيٺ ڪري رهيا هئا. زور زور سان ڌرتي ڏڌي رهي هئي. چؤطرف گرم گرم پاڻي نظر اچي رهيو هو. الائي ڪير.... ايترو تہ زور سان روئي رهيو هو جو آسمان جي چنڊ تارن بہ وڃي اوچنگارون ڏنيئي رُنو. سچ ڀاڀي! مان تہ اجان پيئي اٿين سمجهان تہ هن دنيا ۾ ڪو مڙيئي زور زور سان روئي رهيو آهي.“

پلا ڪيس ڪهڙي خبر تہ ڪير ڪئي؛ ڇو روئي رهيو هئو.

مائس پاڻوهہ مان چيس، ”چري انڪري تون ڇو روئي رهي آهين؟ چپ ڪري سمهي پئہ.“ ويندي چيائين، ”پڳلي ڪٿان جي!“

## (12)

پنهي ڏينهن ڪملا موهنيءَ سان دل کولي ڳالهيون ڪيون. اشوڪ طرف ڪملا جي ترڪڻ ۽ چڪ ڏسي ۽ اشوڪ جو خط پڙهي موهني پريشانيءَ سان پريل وياڪلن ۾ الجهي ويئي. رات جو جڏهن سندس پيءُ ماستر لالچند وٽان ٿي موٽيو هئو تڏهن هن چيو هئو تہ اشوڪ سان ماستر جي وارتالاپ جي خبر سياڻي پئجي ويندي ۽ اها سياڻي اڄ ۾ بدلجي چڪي هئي. راتوڪي ڳالهہ جو ذڪر ختم ڪندي موهنيءَ چيو، "اڄ ماستر اسان جي گهر اچي سڀ ڳالهيون ٻڌائيندو، ڏسون تہ ڪهڙو ٿو نتيجو نڪري!"

"نتيجو؟" ڪملا هلڪو ٽهڪ ڏيئي چيو، "پريم جو نتيجو تہ پريم جي جيت ۾ آهي نہ؟ چوندا آهن تہ پريم ڀڳوان آهي. پوءِ ڇا ڪڏهن ڀڳوان جي هار ٿي آهي؟ ڀائي مان سمجهان ٿي تہ جنهن ڏينهن ڀڳوان جي هار ٿيندي، ان ڏينهن يقين هيءَ ڪائنات تباهہ ۽ برباد ٿي ويندي!"

ان وقت ڪير ڪماري ڪملا کي ٻڌائي تہ جو سپنو هن گذريل رات ڏٺو هئو، ان جي اصلي معنيٰ ڇا هئي.

خير! هميشہ جيان "اڄ"، "ڪالهہ" ۾ بدلجي ويئي.

اڄ ڪملا مقرر وقت کان ڪجهہ وقت اڳ ۾ ئي اچي آفيس ۾ وارد ٿي هئي. هن اڄ هڪ گلن جو هار آندو هئو ۽ جو اچڻ سان هن آفيس جي ڦلواڙيءَ ۾ هڪ پردي پنيان لڪائي رکيو هئو. موهنيءَ جي ايندئي ڪملا ڪيس ڪرائيءَ کان پڪڙي اوڏانهن وٺي ويئي. ان وقت هڪ ڀنور، هڪ گل کي بار بار گلي ملي، چمي رهيو هئو. پاڻ سان ڪلو موهنيءَ کي سائي گاهہ تي ويهاريندي ڀنور طرف اشارو ڪندي هن چيو، "ڪلي جوان ٿي چڪي رائي پوءِ هن ڀنور کي تہ هن ڦلواڙيءَ ۾ اچڻ ٿي کپي نہ؟ جواني بہ تہ زندگيءَ ۾ بهار مثل آهي نہ؟ پوءِ بهار جي ان موسم ۾ ڪوئي تہ ڪنهن وٽ اچي نہ؟ جوانيءَ

جي ان مدرت ۾ پريم آهي جيون جو سنگيت- پوءِ اهو پون پون جو آلاپ ته فضا ۾ گونجڻ ئي کپي نه؟ تون به ته ڪنهنجي بينا آهين نه؟... پوءِ ڪو ته تنهنجي به هر ناز ۽ ادا مان سنگيت جو سر ٻڌندو هوندو نه؟

موهني بي جان بوتي جيان ڪملا جي دل جي ڇلڪندڙ جذبات جو کيل ڏسي نظاري ڦرڻ جو خيال ڪري رهي هئي. هوءَ ته هاڻ ڪملا تي قياس ڪائي رهي هئي ته ان وقت ڪملا جي جذبات جو ڪهڙو حشر ٿيندو جڏهن هوءَ طنزي نوع ۾ چوندي، "ڪملا... مان ساگر جي بينا نه، بلڪ اشوڪ جي ترم جي پيڻ آهيان. ترم جي ناتي ۾ من، وچن ۽ ڪرم جي پيڻ. ان اشوڪ جي پيڻ جنهن چنيءَ ۾ ٻڌائڪون هڻندي جيون سات جا واعدا ته ڪيا مگر آزمائش جي وقت، محبت جي شمع ۾ جلي مري پروانو بنجڻ کان، پاڻ کي ترم جو ياءُ بنائي ڇڏيو!"

مگر اوچتو جڏهن ڪملا اٿي هار کڻي اچي موهنيءَ جي گلي ۾ وڌو ۽ جا ڳالهه کيس موهنيءَ کان ٻڌڻي هئي تنهنجو اندازو لڳائيندي چيو، "ساگر مبارڪ هجيئي بينا. شل تنهنجي زندگيءَ جي هر رات، پورنما جي رات جيان روشن ۽ سيتل رهي. شل جيون جي شاهراه جا همراهي بڻجي، دک سک ۾ ياڳي ياٿيوار ٿي پريم جي منزل تي پهچي پريم جو جهنڊو بلند ڪريو!" تڏهن موهنيءَ جي غصي جي حد نه رهي. هن ڪاوڙ ۾ هار کي ٽڪر ٽڪر ڪري پري ڦٽو ڪندي چيو، "بڪواس بند ڪر ڪملا. مونکي اشوڪ کان نفرت آهي!" ۽ ائين چئي هوءَ آفيس روم ڏانهن هلي ويئي.

هار جي ٽڪر ٽڪر ٿيڻ سان ڪملا جي جذبات جا به ٽڪر ٽي ويا. ٽڪر ٽڪر ٿيل هار کڻي ان کي پنهنجي سيني سان لڳائيندي هن پنهنجو پاڻ چيو، "نفرت؟... اشوڪ کان نفرت؟... پڳلي!... ڇا ڪير ديوتا کان به نفرت ڪندو آهي؟... او ڀڳوان!... بادل ڇو نه ٿا گرجن؟.... بجلي ڇو ڪين ٿي ڪڙڪي؟... ڌرتي ڇو ڪين ٿي ڦاٽي ته مان ان ۾ سمائجي وڃان؟... مونکي ٻڌاءِ ڀڳوان... ته پريم جي ديوتا کان... روپ، جواني ۽ سندرتا جي ديوي... ڇو ايتري نفرت ڪري رهي آهي؟... ڇا خوبصورتي ۽ پيار جو ڪڏهن به

ميلاپ نہ ٿيندو؟.... تہ ڇا حسن هميشه هٺ ۽ ايمان جي آتين رهندو؟"

مانيءَ جي وقت تائين ٻنهي نہ هڪ ٻئي سان ڳالهايو ۽ نہ وري هڪ ٻئي طرف ڪنڌ ڪڍي نهاريو. ٻنهي جي دلين ۾ درد سان ڀريل غصو هئو ۽ هيون ارمانن سان ڀريل شڪايتون.

۽ هاڻ ڪملا هڪ ڪنڊ ۾ ماني کائي رهي هئي. گره گره ۾ ڪنهن بنا آگ جلندڙ پرواني جو تڙڦڻ ڏسي هوءَ آنسن جا ڍڪ پي رهي هئي. اوچتو هن ڇرڪ ڀريو. ڪنهن سندس ٻنيان ٻيهي اچي سندس ڪلهي کي هلڪي زور سان دٻايو هئو. زور ڏيندڙ تڙڦندڙ آواز ۾ چيو، "بس ڪملا..... ايتري ۾ ناراض ٿي وئينءَ؟ ڇا اهو هو تنهنجو پيار؟"

ڪملا خاموش رهي.

موهنيءَ پنهنجي ڪرمچي رنگ واري رومال سان ڪملا جي آنسن کي اگهندي چيو، "پرچي وڃ ڪملا پرچي وڃ. مونکان ناراض نہ ٿي.مونکي معاف ڪر، جو مون تنهنجي جذبات جو قدر نہ ڪيو! پر مني ذرا منهنجي بہ دل جو تہ خيال ڪر. مان بہ تہ تو جيڏي آهيان. مونکي بہ تہ تون وانگر نازڪ جذبات آهن. توکي تہ خبر آهي نہ، تہ منهنجي دل بہ ڪهڙي نہ دکي آهي. مگر ڏس.... مان ڪو رٺان ٿي." وڌيڪ ڪجهہ چئي نہ سگهي. اهو جملو چوندي سندس گلو ڀرجي آيو.

ماني کائڻ وقت هر طرف، هرڪو پنهنجي ڌن ۾ مست هئو. ڪملا کي اشوڪ ۽ ماستر لالچند جي وارتاپ جي نتيجي بنسبت سوال پڇندو ڏسي موهنيءَ چيو، "ماستر ٿي ڳالهہ ڪئي تہ مون اشوڪ کي ترم ۽ سدا ڇار جي نالي تي چيو تہ، تون موهنيءَ کي ترم جي پيڻ ڪري مڃ، تہ هن يڪدم ڪلي ها ڪئي."

"نہ نہ.... اهو ڪوڙ آهي موهني. ائين ٿي.نٿو سگهي."

"اهو سچ آهي ڪملا. ڀلا ماستر ڇو ڪوڙ ڳالهائيندو؟"

ڪملا جي هٺ مان گرهہ ڪرندو ڏسي هاڻ موهنيءَ جي بہ گويا ڇاتي ڦاٽڻ لڳي. ۽ پوءِ تمام جلد ڊائننگ روم کان ٻاهر نڪري ويئي. پر ان ڏينهن سڄي آفيس ۾ ڪملا ڪانسواءِ ٻيو ڪنهن کي بہ اِها خبر ڪانہ پيئي تہ ڪو ان ڏينهن موهنيءَ اناج جو هڪ ڪڻو بہ نہ کادو.

## (13)

جهامنداس چئي رهيو هئو، "ٻڌين ٿي. هينئر رستي تي مونکي اشوڪ گڏيو." موهنيءَ ماءُ ڪنڌ مٿي ڪري چيو، "هان!" موهني ڪنڌ پاسيرو اخبار پڙهي رهي هئي. سندس پيءُ چئي رهيو هئو، "نہ اٿس شڪل نہ صورت. لڳو بہ بدتميز ٿي. بلڪل شيطان! ڪپڙا ميرا، وار اٿيا، منهن اپوڳو. گويا ڪنهن ڏڪار جي ملڪ مان آيو هو. اکيون لڳيون ائين پي، گويا سڄي زندگي جاڳندي گذاري اٿائين."

"پر اشوڪ اوهان کي گڏيو ڪٿي؟" موهنيءَ ماءُ سوال ڪيو.

"آفيس مان موٽي مهل رستي تي ماسٽر لالچند گڏجي ويو. جيئن بيوس چونڪ کان گهر طرف وتياسين تہ اچي ماسٽر جي سامهون بيٺو ۽ پوءِ هٿ جوڙي ٻنهي کي نمستي ڪيائين. ماسٽر پڇيس: "ڪيئن اشوڪ مزي ۾ تہ آهين. مون ڏانهن نهاريندي چيائين: مڙيئي اوهان صاحبن جي ديا آهي."

موهنيءَ اخبار ۾ اکيون کپائي پنهنجو سمورو ڌيان ان ڳالهہ ڏانهن ڏنو. سندس ماءُ چئي رهي هئي، "توهان کي ڏسي شڪل تہ شوم جهڙي ڪئي هوندائين؟"

"نہ- هو مشڪي رهيو هو." تمام آهستي چيائين، "پر مشڪيائين اهڙي نموني تي جٿڪ مان سندس مشڪ تي موهت ٿي موهني ڪٿي سندس حوالي ڪندس."

ان ريت ڳالهين ڪندي اڌ ڪلاڪ کن گذري ويو. اوچتو جهامنداس چيو، "اجهان ماسٽر صاحب ڪونہ آيو آهي، اشوڪ جو تہ منجهس صرف پنج منٽ ڪم هو."

اتي ٻاهران ڪنهن چيو، "مان اندر اچي سگهان ٿو؟"

جهامنداس ڪنڌ ورائي چيو، "اچو اچو، ماسٽر صاحب! دروازي تائين

اڃي رڪجي ڪيئن ويا آهيو؟"

ماستر لالچند اندر ايندي، هڪ ڪرسيءَ تي وهندي بنا ڪنهن سوچ جي چئي ڏنو، "زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اڳتي وڌي هڪ هنڌ رڪجي وڃڻ بہ اسپاويڪ ۽ اسپيہ نہ ٿيندو آهي!"

"اڄ هي توهين ڇا چئي رهيا آهيو؟"

"ڇا چئي رهيو آهيان؟ ٺيڪ تہ چئي رهيو آهيان. ٻڌو! ڪمبخت اشوڪ تہ منهنجي نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو آهي!"

موهنيءَ ڪان هلڪو چرڪ نڪريو ويو. سندس پيءَ جي چوڻ تي ماستر چيو، "جڏهن توهان ويا نہ، تڏهن اشوڪ سوٽ جي ڪيسي مان هڪ سگريٽ جو پاڪيٽ ڪڍي هٿ ۾ جهليو. مان حيران ٿي ويس. ڇاڪاڻ جو مونکي خبر هئي تہ هو سگريٽ ڇڪيندڙ نہ هو. مون سمجهو تہ شايد مونکي چوندو تہ سائين هڪ سگريٽ ڇڪيو. پر چيائين ڪونہ!"

"تہ پوءِ هٿ ۾ پاڪيٽ جهلڻ جو مطلب؟"

ٻڌو! هن اهو پاڪيٽ کوليندي چيو، "سائين قسم آهي، اڄ، هينئر، هن وقت، هڪ ئي هنڌ، لڳاتار نوَ سگريٽون ڇڪيون اٿم. خبر اٿوَ ڇو؟"

هن جي ان سوال تي مون حقارت سان ڀريل نگاهن سان نهاري پڇيومانس، "ڇو؟"

چيائين، "ڇاڪاڻ جو من جي شانتيءَ لاءِ، من ۾ پيدا ٿيل اشانتيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ ڪو اپاءُ سوچڻو هو."

مون جوش ۾ چيومانس، "پوءِ نوَ سگريٽ ڇو ٿي ڇڪيئہ، ڏهہ ئي ڇڪين ها نہ؟"

چيائين، "ضرور ڇڪيان ها... پر ڇاڪاڻ جو مونکي پنهنجي من جي اشانتيءَ کي دور ڪرڻ جو اپاءُ سجهي آيو ۽ ساڳئي وقت توهان کي بہ ڏٺم، تڏهن ڏهين سگريٽ نہ ڇڪي، سڌو توهان وٽ هليو آيس."

مون چيومانس، "ڇئہ توکي ڇا ڇوڻو آهي؟"

نرڙ ۾ گهنج وجهي چيائين، "صرف اهوئي تہ مان موهنيءَ کي ترم ٻرم

جيِ پيڻ ميڻ لاءِ تيار ناهيان."

موهني ۽ سندس ماءُ ٻيءُ ڪي گويا شاڪ لڳي ويو.

"پر هن تہ وچن ڏنو هو؟" جهامنداس پڇيو.

برابر! ۽ اهو مون ڇيومانس.

پر هو چوڻ لڳو، "جو مون وچن ڏنو، اها منهنجي ڪمزوري هئي ۽ مون محسوس ڪيو آهي تہ ڪمزوريءَ کي دور ڪرڻ جو مون وٽ صرف هڪ رستو آهي ۽ اهو آهي ان جو تياڳ ڪرڻ. پورن نموني ڪمزوريءَ جو تياڳ ڪرڻ بہ هڪ قسم جي اخلاقي بهادري آهي."

مون چيومانس، "اشوڪ! تون هندو آهين. ياد ڪر، ڀڳوان رامچندر کي، جنهن پنهنجي پتا کي ڏنل وچن پورو ڪرڻ لاءِ، راڄ و تاج جو تياڳ ڪري چوڏانهن ورهيہ بنواس ڪاٽيو. ڇاڪاڻ جو هن چاهيو ٿي تہ: رگهوڪُل ريت سدا چلي آوي، پران جائي پر وچن نہ جائي!"

تہ چيائين، "ان رگهو ڪل ريت کي توهان پنهنجي گهر ۾ رکو. حد کان وڌيڪ وچن کي اهميت ڏيڻ انسان لاءِ سچ پچ نقصانڪار آهي. منهنجو اشارو رگهپتي راجا رامچند ڏانهن نہ بلڪ ڪنتيءَ جي پنجن پانڊو پٽرن ڏانهن آهي. چون ٿا تہ ارجن جڏهن چڪري ۾ ڦرندڙ مڇيءَ جي اک کي پنهنجي تير سان اڏايو تڏهن هن کي اعلان موجب دروپتي ڏني ويئي. ارجن پنهنجي ڇئن ڀائرن ۽ دوروپتيءَ سان گڏ خوشيءَ ۾ پنهنجي گهر آيو. ان وقت ڪنتي سنان ڪري رهي هئي. ارجن چيس، "ماتا! مون تنهنجي لاءِ هڪ چيز آندي آهي." ڪنتيءَ اندران ئي ورائي ڏنس، "پٽ! پنجئي ورهائي کڻو." ۽ پوءِ اها چيز؛ جا جاندار هئي، پنجن ئي ورهائي کنئي. ڇاڪاڻ جو ورهائي کڻڻ جا "وچن" سندس ماتا جا هئا. سائين! مونکي ٻڌايو تہ ڇا اهو وچن جي مهانتا آهي تہ هڪ استريءَ جا پنج پتي ڪيا وڃن؟ منهنجي خيال ۾ اها وچن جي مهانتا نہ بلڪ هڪ ڪوڙي آن آهي. جيڪڏهن من جي شانتي؛ وچن جي ٽوڙڻ ۾ آهي ۽ ان مان ڪنهن کي بہ سندس (ٽوڙيندڙ جي) فائدي کان وڌيڪ نقصان ناهي تہ پوءِ ان وچن کي ٽوڙڻ کان ذرو بہ نہ ڪيٻائجي. منهنجو هي خيال شايد توهان کي يا دنيا جي

"پريڪٽيڪل آدرشوادين کي نہ وٺي پر انهن کي؛ جن جيون جي اصليت کي سمجهيو آهي ۽ جي انساني من- وديا جا ڄاڻو آهن؛ يقيناً نيڪ لڳندو."

ماستر لالچند چپ ٿي ويو. سيني جي من ۾ اشانتيءَ جي باوجود بہ ڪمري ۾ شانتيءَ جو واس ٿي ويو هئو. ۽ جهامنداس ان شانتيءَ کي اشانت ڪري چوڻ لڳو، "آخر ڇا ٿيو؟"

مون چيومانس: "اشوڪ! سچ پچ توکي اهي ڳالهيون ڇڏي امتحان جون تياريون ڪرڻ کپن. توکي ڪيئن بہ مئٽرڪ جي امتحان ۾ پاس ٿيڻ گهرجي."

جواب ۾ هڪ ٿڌي آهہ ڀري چيائين، "سائين! جيڪو زندگيءَ جي امتحان ۾ ناپاس ٿيو هجي؛ ان جي لاءِ اسڪولي امتحان ۾ پاس ٿيڻ مان ڪهڙو فائدو؟" سگريٽن جو پاڪيٽ کيسي ۾ وجهي چيائين، "منهنجو مطلب آهي تہ ڀرين مونکي زندگيءَ جي امتحان ۾ پاس ٿيڻ کپي ۽ پوءِ اسڪولي امتحان ۾."

مون چيومانس، "جيڪو تعليم يافتہ ٿئي ٿو، صرف اهوئي تہ زندگيءَ جي امتحان ۾ پاس ٿي سگهي ٿو ۽ سچ پچ تہ زندگيءَ جي شروعات ئي مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ ٿي ٿئي."

چيائين، "جيڪڏهن منهنجي زندگيءَ ۾، زندگيءَ جي شروعات مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ ٿئي ها تہ پوءِ اڄ هيئن ڪلي عام سڙڪ تي توهان سان لنبو چوڙو بحث ئي نہ ٿئي ها. ڇاڪاڻ جو هاڻ مان زندگيءَ جي تمام نازڪ گهڙين ۾ پهچي چڪو آهيان. ۽ زندگيءَ کي ڳاهڻ لاءِ من ۾ شانتي هئڻ بلڪل ضروري آهي. صرف انهيءَ ڪري تہ سائين، تہ جيئن مان زندگيءَ کي ڳاهي سگهان، زندگيءَ کي چڱيءَ طرح بنائي ان کي اڳتي وڌائي سگهان، اڄ ڏنل وچن جو تياڳ ڪري رهيو آهيان ۽ نمستي." ماستر چوندو رهيو، "ائين ڇٽي بنا ڪجهہ ٻڌڻ جي اشوڪ اڳيان وڌي ويو."

ماستر لالچند چپ ٿي ويو. موهنيءَ جا ماءُ پيءُ بہ خاموش هئا. اشوڪ جي زبان مان نڪتل لفظ موهنيءَ جي سيني ۾ رکيل پيار جي ٽانڊي کي، جنهنجي مٿان نفرت جا تهہ چڙهي ويا هئا، نهايت تيزيءَ سان لاهڻ لڳا ۽ شايد انهيءَ ڪري هوءَ سوچڻ لڳي، "اشوڪ ڪهڙو نہ عجيب ماڻهو آهي. جو

رستي تي ملندي نہ تہ ڪڏهن گهوري ٿو نهاري ۽ نہ ئي ڪو وري اڳيان پٺيان
يا ساڄي کابي پاسي کان لنگهي پيار جا گيت ٿو ڳائي. هن جو چرتر ڪهڙو آهي
يا هن جو پريم ڪهڙو آهي؛ ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي. هنجي چرتر- هيٺنا
بابت ٻڌل ڳالهيون، اڄ محسوس ٿي ڪريان تہ شايد سڀيئي ڪوڙيون آهن.
هنجي خيالات ۾ آسمان جهڙي اوچائي ۽ پيار ۾ سمندر جهڙي گهرائي ڇا اوچي
چرتر جي نشاني نہ آهي؟... پر... پر اڄ مونکي ڇا ٿي رهيو آهي؟.... ڪير
آهي جو منهنجو اندر روڏن مچائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي؟" ڪمري
کان ٻاهر نڪري ننڍڙي ڦلواريءَ ۾ هڪ هنڌ وهندي چيائين، "ري من....
ڪهڙي ڳالهہ تي تون ايترو ماتم منائي رهيو آهين؟ تون ڇو اڄ زور زور سان
روئي رهيو آهين؟ ڇا توکي بہ اڄ ڪنهن پاڳل پريميءَ جي من وانگر شانتيءَ جي
ضرورت آهي؟"

هن آنسن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي مگر آنسن هنجي ضابطي جي
بندن کي ٽوڙي نهايت تيزيءَ سان هيٺ وهڻ لڳا.

## (14)

اشوڪ گهر جي پاسي وارن ڪيتن ۾، جتي آبادي جو نالو نشان به ڪونه هئو، ڪجهه پنهنجي زندگيءَ بابت سوچي رهيو هئو. خيالن ۾ ايتري قدر ته محو ٿي چڪو هئو جو ڪيس اها به خبر ڪونه پيئي هئي ته سندس دوست آنند پورن پنجن منٽن کان سندس پويان اچي بيٺو هئو. اوچتو اشوڪ گويا چيخ ڪندي چيو، ”خيال- خيال- خيال! جتي ڏس اتي خيال ئي خيال. جيڏانهن وڃ تيڏانهن خيال ئي خيال. آخر اهي خيال آهن ڇا؟ اهي خيال اچن ڇو ٿا؟ انهن خيالن جي ضرورت ڪهڙي آهي؟ ڪٿي هن سرشٽيءَ جي رچنا به ڪنهن خيال مان ته ڪونه ٿي آهي؟“

آنند حيران ٿي ويو ۽ وري جڏهن اشوڪ پنهنجو منهن گوڏن ۾ لڪائي اوڇڳارون ڏيئي رئڻ شروع ڪيو تڏهن ته سندس ماشا ئي ڦري ويا. اشوڪ سڏو ٿي، اکين جا آنسو اگهي پنهنجو پاڻ چوڻ لڳو، ”گهڻو گهڻو سوچيندين ته گهڻو گهڻو رئندين. ٿورو ٿورو سوچ.“ مشڪي چيائين، ”جيتوڻيڪ سمجهان ٿو ته گهڻو يا ٿورو سوچڻ تو جهڙي اڌ مغزيءَ جي هٿ وس نه آهي.“ ائين چئي نامعلوم ڪهڙي امنگ ۾ اچي اکيون بند ڪري جهومڻ لڳو.

هائي آنند کان رهيو نه ٿيو. اشوڪ جي سامهون اچي چيائين، ”اشوڪ“. جهومندڙ اشوڪ اچل روپ ۾ هڪ پٿر جي مورتيءَ جيان چڻ ته نرجيو ٿي ويو ۽ جڏهن هن اکيون کولي آنند ڏانهن نهاريو تڏهن آنند کي اشوڪ چڻ زنده لاش نظر اچڻ لڳو. اشوڪ کي پاڻ ڏانهن نهاريندي آنند اجهل ٿي چيو، ”اشوڪ ڇا پيو سوچين؟“

”آنند! سوچيان پيو ته.... ته ڪيئن مان سوچڻ بند ڪري ڇڏيان!“ اشوڪ چيو، ”بڌاءِ دوست! ڇا هن دنيا ۾ اهڙو هنڌ ڪونهي جتي ڪير به سوچيندو نه هجي؟“

"جاگرافيءَ جي ڪتاب ۾ تہ لکيل ڪونهي.باقي آهي يا ناهي، سو ڀڳوان ڄاڻي!"

اوچتو اشوڪ زور سان چيو، "ها آهي آنند! ضرور آهي. ٻڌڻ چاهين ٿو تہ ٻڌ. هن دنيا ۾ صرف هڪ ئي هنڌ آهي. جتي ڪير بہ سوچيندو نہ آهي جتي ڪنهن کي سوچڻ جي طاقت ئي نہ رهندي آهي. يا ائين ڪٿي سمجهہ تہ اتي جي ماڻهن کي سوچڻ جي شڪتي ئي نہ هوندي آهي. هو بي حواس شانتيءَ سان آرام ڪندا آهن ۽ پنهنجي مٺيءَ ننڊ مان ڪڏهن بہ نہ جاڳندا آهن!"

"اشوڪ، تون ڇا مصر جي پرئمڊس جي ڳالهہ ڪري رهيو آهين؟"

"آنند! مان صرف مصر جي پرئمڊس جي ئي نہ بلڪ دنيا جي تمام قبرستانن جي ڳالهہ ڪري رهيو آهيان. قبرستان! ه- هہ- هہ- هہ ها!!"

"هي تون ڇا پيو چوين اشوڪ؟ ڪٿي تون پاڳل تہ ڪونہ ٿي پيو آهين؟"

"نہ آنند. مان اڃان ان اوچي پد تي پهچي نہ سگهيو آهيان. ان پد تي پهچڻ لاءِ هڪ اها درشٽي کپي جنهن ۾ غم، خوشي ۽ عجب جو جذبو صرف هڪ نظر اچي. پنهنجو ۽ پرائو بہ نہ نظر اچن. اها هڪ حقيقت آهي تہ هاڻ منهنجي نگاهن ۾ غم ۽ خوشي هڪ ٻئي کي گلي لڳائي، پنهنجين آتمائن کي هڪ آتما ڪري هڪ روپ ڌارڻ ڪيو آهي. باقي وڃي رهيو آهي عجب، مان هر چيز جي ٻاهرين جڙ ۽ اندر چيتنيہ ڏسي عجب کان ٿو. تون هينئر عجب مان مون ڏانهن نهاري رهيو آهين. تنهنجا وار هوا ۾ اڏامي رهيا آهن. پنهنجن وارن بابت ڳالهہ ٻڌي تنهنجي نرڙ ۾ ريکائون ئهي ويون آهن ۽ تون وڏين اکين کي ٿورو ننڊيو ڪري مونکي نهايت تيز نگاهن سان نهاري رهيو آهين. پاڻ بابت ايترو ٻڌي هاڻ تنهنجي شڪل تي، تنهنجي من جي الجهن ظاهر ڪندڙ ڀاؤ تري آيا آهن. انهن سيني ڳالهين تي مون کي عجب آهي. رات ٿٺي ٿي. اندڪار ڦهلجي ٿو. حسين چندرما ۽ تارا نڪرن ٿا. ڏسندي ڏسندي وڃي ٿي رات گذرندي. پريات جو ڪڪڙ، ڪڪڙو ڪونہ ڪري ٿو. آهستي آهستي آسمان ڪاري مان اڇو ٿئي ٿو. پکي منيون لاتيون لنون ٿا، مني مني هير لڳي ٿي. ان وقت دنيا جاڳي ٿي. چؤطرف وري اشانتيءَ جو راڄ ٿي وڃي ٿو. سوريہ مٿي ۽

مٿي چڙهندو وڃي ٿو. سوريہ جي چڙهڻ ۽ لهڻ مهل افق ۽ شفق ۾ گويا باهہ لڳي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن آسمان ۾ ڪڪر، ماڻهن، جانورن وغيره جهڙيون عجيب شڪليون ٺاهين ٿا. ڪڏهن ڪڏهن شينهن جيان گجگوڙون ڪري وڙهن ٿا. ڪي ٺهڪ ڏيئي کلن ٿا. ڪي مار کائي رئن ٿا. برسات پوي ٿي. وڄ چمڪي ٿي. اهو سڀ ڪجهہ ڏسي مان ڳلي تي هٿ رکي ويٺو ڇا جو ڇا سوچيندو آهيان. سوچيندي سوچيندي ڪڏهن ڪڏهن نامعلوم ڪير منهنجي ذهن ۾ مٺا مٺا گيت ڳائيندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪو پيرن ۾ گهنگهرو پائي ناچ ڪندو آهي. ڪڏهن ڪو کلندو آهي ۽ ڪو رئندو آهي. اندرئي اندر ۾ مان عجب تماشا ڏسي واتڙو ٿي ويندو آهيان ۽ پوءِ دل ئي دل ۾ پکوان کي ياد ڪري چوندو آهيان تہ پکوان تنهنجا لک لک شڪرانا آهن جو مون کي تو هي سڀ ڪجهہ ڏنو آهي..... ها!.... مونکي عجب آهي انهن ماڻهن تي جي هن دنيا ۾.... دنيا جي خوبصورتيءَ جو مزو نہ وٺي.... پاڻ ۾ الجهيا پيا آهن. مونکي عجب آهي جو انسان، انسان جي خون جو پياسو ٿي، خونخوار جنگيون ڪري دنيا جي تمام خوبصورتيءَ کي ناس ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. مونکي عجب آهي. آنند ها عجب آهي! مونکي دنيا جي تمام ڳالهين تي عجب ئي عجب آهي. ها تڏهن پاڳل ضرور ٿي ويو هوندس.... جڏهن مون کي دنيا جي ڪنهن بہ ڳالهہ تي عجب نہ لڳندو!"

مگر اهو سڀ ڪجهہ ٻڌڻ جي باوجود بہ آنند ان جو مطلب سمجهو؟ هرگز نہ. هن جو مغز تہ ان وقت ئي ڦرڻ لڳو جڏهن آنند هنجي پيشانيءَ جي ريکائن ۽ مٿي جي وارن جي ڳالهہ ڪئي. ٻڌندي ٻڌندي اهڙيءَ حالت ۾ (Out of Brain) ٿي ويو جو هن کي اها خبر بہ ڪونہ ٿي پيئي تہ ڌرتي ڪٿي هئي ۽ آسمان ڪٿي. هن جو مغز چڪر کائي رهيو هئو. ان ڪري هن کي سڄي دنيا گول ڦرندي نظر آئي. ڪجهہ اهڙي نموني، جيئن ميري- گو- رائونڊ ۾ نظر ايندي آهي. مگر اوچتو ئي اوچتو هن جڻ آسمان مان اچي زمين تي ٺڪاءُ ڪيو. اشوڪ هنجي چهري تي مغز ڦري وڃڻ جا آثار ڏسي زور زور سان ٺهڪ ڏيئي رهيو هئو. ائين پئي لڳو گويا انهن ٺهڪن جي آواز ۾، ڪيتري

جي آسپاس وارين ٻرڪن جون ڇتيون ڏڪي رهيون هيون. گويا بادل گرجي رهيا هئا ۽ آسمان زور زور سان ٺڪاءُ ڪري ٽُڪر ٽُڪر ٿي رهيو هئو ۽ اهي خوفناڪ ٺهڪ ٻڌي ٿي آنند ٻه ٻاگلن جيان رڙ ڪري چيو، "ها، اشوڪ تون چريو آهين. تون بلڪل... بلڪل چريو آهين. اڄان پنج منٽ اڳ ۾ تون اوچگارون ڏيئي روئي رهيو هئين ۽ هاڻ زور زور سان ٺهڪ ڏيئي کلي رهيو آهين. اهو سڀ ڇا آهي؟... ڇا پاڳلپڻ ۾ اڄان سنڱ ٿيندا آهن؟... ها اشوڪ تون پاڳل آهين.... پاڳلپڻ ۾ تنهنجي شڪل بلڪل خوفناڪ ٿي ويئي آهي... هاڻ تہ مونکي ڊپ ٿي رهيو آهي... اشوڪ تون ٺهڪ ڏيڻ بند ڪر... مان ڊڄي رهيو آهيان. اشوڪ مان ڊڄي رهيو آهيان." مگر اشوڪ تہ تيستائين زور سان ٺهڪ ڏيڻ لڳو. هاڻ آنند ڀڄڻ لڳو. آنند ڀڄي ويو. مگر چوندو ويو..... "اشوڪ تنهنجي دماغ مان جيستائين پاڳلپڻ جو ڀوت نہ ڪڍيو اٿم تيستائين منهنجو کائڻ پيئڻ حرام آهي. توکي ٺيڪ ڪرڻ جو صرف هڪ ئي رستو آهي. مان توکي ٺيڪ ڪري ئي ڇڏيندس، اهو تون پنهنجي دل جي ڊائريءَ ۾ نوٽ ڪري ڇڏ."

"آنند! تون آنند هوندي بہ آنند جو راز نہ پاتو آهي." آنند جي ڀڄي وڃڻ کان پوءِ اشوڪ پنهنجو پاڻ چئي رهيو هئو. "دوست! جتي آنسون ناهن، جتي مسڪراهٽ ناهي، جتي ڪنهن سيني ۾ ارمان نٿا ترڻن، جتي ڪنهن دل ۾ اڌما نٿا اُٿن، اتي زندگي ناهي، موت آهي. زندگيءَ جو موت!"

ڪجهہ وقت ترسي، ڪيسن ۾ هٿ وجهي، آهستي آهستي هو گهر طرف وڃڻ لڳو. سج لهي چڪو هئو. گهر پهچي هڪ هنڌ ويهندي چيائين، "ڀاڀي! هڪ آنو اٿيئي؟"

سندس ماءُ آهستي چيو، "آهي. چئو، ڇا ڪندين؟"

"تورو مٿي ۾ سور آهي. هوٽيل ۾ وڃي چانهہ پيئندس."

"چڱو. ماني کائي وڃي پيءُ."

اشوڪ هٿ منهن ڌوئي، سامهون ٽنگيل ٽوال سان اگهي اچي ساڳئي هنڌ ويٺو. ۽ سندس ماءُ اٿي، ماني کڻي اچي اڳيان رکيس. پوءِ رڌي جي ڳنڍ

مان آنو چوڙي ڪيس هٽ ۾ ڏنو. اشوڪ آنو ڪيسي ۾ وجهي رتل چانورن طرف هٽ وڌايو مس تہ مائس چيو، ”اڄ آنند آيو هو.“

اشوڪ چانورن جي ڳتي ٺاهيندي چيو، ”آنند تہ هميشه ايندو آهي.“

شانتي جا ٺورو پريان پيءُ جي پاسي ۾ ويٺي هئي، تنهن اشانت ٿي چيو، ”بابي! هينئر نہ، پوءِ!“

اشوڪ گره وات ۾ وجهڻ کان اڳ ۾ چيو، ”چا پوءِ؟“

”هڪڙي ڳالهہ“ مائس جواب ڏنو. اشوڪ ماءُ ڏانهن گهور ڪري نهاريو. اڄ هنجي شڪل جو رنگ ڦريل هئو. شڪايت جي سفيديءَ سندس پيلاڻ کي چٽو ڪري ڇڏيو هئو. اشوڪ پوءِ شانتيءَ ۽ پيءُ ڏانهن نهاريو. هنن جي چهرن تي پڻ هڪ عجيب بدل هئي. هن اهو گره ٿالهيءَ ۾ رکندي چيو، ”ڪهڙي هڪڙي ڳالهہ؟“

”اڄ آنند تنهنجي هڪ ڳالهہ ٻڌائي. ماني کائي اٿ تہ ٻڌايانءِ ٿي.“

اشوڪ ٿالهيءَ کي ٿورو پريان هٽائيندي چيو، ”تيستائين مان ماني ئي ڪونہ کائيندس. ٻڌاءِ چا ڳالهہ آهي؟“

اشوڪ ماءُ هڪ دفعو پنهنجي پتيءَ ۽ ڌيءُ ڏانهن نهاري چيو، ”آنند ٿي چيو تہ تون هڪ ڇوڪريءَ کي پيار ڪرين ٿو.“

اشوڪ کي گويا جهوٽو آيو.

مائس چوندي رهي، ”پر هوءَ توکي پريم نٿي ڪري.“

اشوڪ جو مغز ڦرڻ لڳو.

”تون هن کي سالن کان پيار ڪرين ٿو مگر هن کي توکان نفرت آهي. تو هن کي ڪيترائي پيار جا خط لکيا آهن مگر اهي سڀ هن پنهنجي پيءُ کي ڏنا ۽ جي وري هنجي پيءُ تنهنجي ماستر کي ڏنا. ماستر توکي پاڻ وٽ گهرايو ۽ سخت دڙبايو...“

اشوڪ رڙ ڪئي، ”اهو سڀ ڪوڙ آهي.“

”آنند ڪڏهن بہ ڪوڙ نہ ڳالهائيندو آهي.“

”ليڪن اهو ڪوڙ آهي.“

ماءُ جي ممتا جاڳي اٿي. هوءَ چوڻ لڳي، ”مان تنهنجي ماءُ آهيان. تون مونکي ٻڌاءِ تہ توکي چا کپي؟ چو اهڙي مغرور ڇوڪريءَ جي پويان پيو آهين؟

مان بہ پيئي دل ۾ چوان تہ نامعلوم ڇو منهنجو هيءَ چند جهڙو پٽ ڏينهون ڏينهن وڃي پيو ڳرندو!"

"پاپي مان چوانءِ تو زبان بند ڪر."

مگر سندس ماءُ سياويڪ نموني چوندي رهي، "مان سياڻي ٿي ٿي تنهنجو ڪنهن سهڻي سٺي ڇوڪريءَ سان مڱڻو ڪري اچان!"

"پاپي سچ پچ مان گهر ڇڏي ڀڄي ويندس."

"شادي ڪري جيڏانهن ڪپيئي اوڏانهن هليو وڃ."

"بڪواس بند ڪر پاپي!" پيءُ ڏانهن منهن ڪري چيائين، "دادا، پاپيءَ کي سمجهايو. مغز خراب ٿي پيو اٿس."

ماڻس روئي پيئي. رئندي چيائين، "پٽ جي زندگي برباد ٿيندي ڏسي اها ڪهڙي ماءُ هوندي جنهن جو مغز خراب نہ ٿيندو!؟"

اشوڪ اٿندي چيو، "رئڻ بند ڪر پاپي."

مگر ماڻس تہ هاڻ سڏڪا ڀري رئڻ لڳي.

اشوڪ زور سان تاڙيءَ کي لت هڻندي چيو، "تہ چڱو گلو ڦاڙي رئندي رهہ. مگر هڪڙي ڳالهہ ٻڌي ڇڏ پاپي تہ اٿين رئندي رئندي مري وينديءَ مگر هيءَ شڪل وري نہ ڏسندينءَ. مري وينديءَ مگر مان تنهنجو ڪانڌي ٿيڻ بہ ڪونہ ايندس." اٿين چئي هو ٻاهر وڃڻ لڳو. سندس پيءُ ڪجهہ چئي نہ سگهيو. ماڻس بہ ڏسندي رهي مگر شانتي ڊوڙ پائي وڃي اشوڪ کي ٻانهن کان جهليو. رئندي چيائين، "پاڻو! توکي قسم آهي ننڍڙيءَ ڀيڻ جو، نہ وڃ. پاڻو تون ڏاهو نہ آهين؟ مهرباني ڪري رڪجي وڃ. رڪجي وڃ پاڻو، رڪجي وڃ."

مگر اشوڪ جا قدم وڌي چڪا هئا. هو گهڻو درد ڏسي، وڃائي ويٺو هئو درد جو احساس. شانتيءَ جي دل مان نڪرندڙ دلسوز آواز اشوڪ جي پيار ڪندڙ دل جي ڪنهن بہ تهہ کي ڇهي نہ سگهيو. جتي آتما جا اهي ورلاپ ٻڌي پٿر بہ پگهرجي پاڻي ٿي وڃي اتي اشوڪ جي آنسن واري دل فولاد جيان سخت ٿي ويئي. ۽ ڏسندي ڏسندي هو سيني جي نگاهن کان دور ٿي ويو.

## (15)

رات استيشن تي ڪاٽي، چانھہ جو ڪوپ پي اشوڪ "حاجي ملنگ" جبل طرف قدم وڌايو. هو ايڏانهن ڇو وڃي رهيو هئو، اهو هن بہ نٿي ڄاتو. مگر وڃي ضرور رهيو هئو. ٽي چار ڪلاڪ تہ صرف پنڌ ۾ لڳي ويس. حاجي ملنگ جبل جي دامن ۾ پهچڻ وقت هو نهايت ٿڪجي پيو هئو. ويتر بک تہ گويا ڪيس بي جان بنائي ڇڏيو هئو. اڄان تہ بک جو ڀريون ڏينهن هئو. اڄان باقي زندگي ڪافي وڏي هئي. بک کي دور ڪرڻ لاءِ هن ٽي چار گلاس پاڻيءَ جا پيتا مگر ان مان رتي ماتر بہ بک ڪونہ گهٽيس. بک کي ٿوري وقت لاءِ وسارڻ خاطر هن هڪ هوٽيل ۾ وڃي اخبار پڙهي مگر بک جي ڪري هن کي اخبار پڙهڻ ۾ بہ مزو نٽي آيو. ڪلاڪ بہ اٺين گذري ويس. اڄ هن کي هڪ روٽي ٽڪر جي ضرورت هئي مگر هو ان ٽڪر کي پائڻ کان لاچار هئو.

هن آهستي آهستي جبل تي چڙهڻ شروع ڪيو. دنيا هن کان هيٺ ٿي رهي هئي. مگر بک هن سان گڏ مٿي هلي رهي هئي. هو رواجي دنيا کان مٿي وڃي رهيو هئو، مگر بک نالي واري چيز کي پنيان ڇڏي نہ سگهيو هئو. هن ان حالت ۾ سڄي دنيا کان پيڇو ڇڏائي ڇڏيو هئو. مگر ساڳي حالت ۾ بک کان پيڇو ڇڏائڻ ناممڪن هئو. ساڌن سنتن ۽ پيرن فقيرن جي ڇهرن ڏانهن نهاريندو، جي مٿي ويندڙ پيچري جي ٻنهي پاسي کان رام نام جي ڌني ۽ خدا تعاليٰ جي بندگي لڳائي ويٺا هئا، بک ۾ ماندو ٿي مٿي چڙهي رهيو هئو.

منزلون طئہ ڪندو آخر اشوڪ مٿي بازار ۾ پهچي ويو. بازار جي هڪ ڇيڙي تي ئي حاجي ملنگ بابا جي قبر واري سماڌي هئي. اشوڪ ديوانن جيان چوطرف نهارڻ لڳو. اڌ ڏينهن گذري چڪو هئو. باقي اڌ ڏينهن رهيو هو. اشوڪ جا آنڊا ڪلوس ڪلوس ڪري رهيا هئا. سندس ڪليل اکين ۾، هيتري ساري روشنيءَ جي باوجود بہ ڪارا ڪارا گول چڪرا نظر اچي رهيا

هئا. هو روٽي ٽڪر لاءِ پٽڪندو رهيو. ڪندون پاسا ڏسندو رهيو تہ من ڪٿي ڪو روٽيءَ جو ٽڪر نظر اچي تہ ڪٺي ڪائي. مگر روٽي ڪو آسمان مان ڪونہ ڪرڻي هئي. سامهون سيڪڙو وڻ ٽڻ هئا. هن چاهيو تہ ڪاش انهن وڻن جا پتا جيڪر منا لولا ٿي پون ۽ پوءِ هو ٻوڙ پائي هڪ وڻ تي چڙهي وڃي مزي سان اهي کائي! مگر اهو ناممڪن هئو. مايوس ٿي هاڻ هو هڪ وڏي هوٽيل جي سامهون اچي ويهي رهيو. ڪيترائي ماڻهو هوٽل ۾ مال مليدا کائي رهيا هئا. پڪون ڳيهندو اشوڪ سيني ڌانهن آسائتيون اکيون کڻي نهاري رهيو هئو تہ من ڪو رحمدل انسان سندس حالت تي قياس کائي ڪيس روٽيءَ ٽڪڙو کارائي. ڪيترن گراهڪن تہ ڪيترا اڌ ڇپاريل تيوڻ جا، سڏيون لٽل ڪنبا ۽ ڪجھہ مانيءَ جون ڪنيون، ٻاهر بيٺل ڪتن طرف ٿي ڦٽي ڪيون. ڪتا بہ مزي سان کائي رهيا هئا. اشوڪ هنن کي ساز سلوز سان کائيندو ڏسي هو پاڻ کي ڪتن کان بہ بدنصيب سمجهڻ لڳو. هو سوچڻ لڳو، ”ڪتن ۾ ڪا سماج ڪانهي... ڪو ڌرم ڪونهي.... ڪا سيپتا ڪانهي.... تڏهن بہ هو مزي سان روز پيٽ پالين ٿا.... هو تہ چني بہ کائين ٿا.... چو؟ ڇاڪاڻ جو هنن ۾ اٿين ڪرڻ ڪوبہ ڏوهہ ڪونهي. ڏوهہ اتي ٿيندو آهي جتي بک ۾ چني ڦاڙي ڦري کائيندڙ کي سزا ڏيڻ لاءِ قانون ٿيندو آهي. قانون جي ان ديش ۾، جتي بک آهي؛ بيروزگاري آهي؛ بيماري آهي؛ اتي لوٽ آهي. کسوٽ آهي. ڏوهہ گناهہ ۽ پاپ آهي. ها! اتي سماج آهي... ڌرم آهي.... سيپتا آهي.... ۽ سات ۾ وڏا وڏا قائدا ۽ جيل آهن. لنبازي آهي. گوليبازي آهي ۽ .... ۽ ڦاسي آهي.

اشوڪ پاڻ سنڀاليو. خيالن جي وهڪري ۾ هو نامعلوم ڪيڏانهن وهي رهيو هئو. پنهنجي جذبات تي قابو پائي هو اڳتي وڌڻ لڳو. اوچتو، هڪ سنياسيءَ کي وڏي وڻ جي هيٺان سماڌيءَ ۾ ويٺل ڏسي هن کي هڪ رٿ سجهي آئي. هو چپ چاپ اچي ان سنياسي- جي سامهون ويهي رهيو. سنياسيءَ جون اکيون بند هيون. هو پلٿي ماري هڪ چٽ تي ايشور جي ڌيان ۾ مگن هئو. سندس اڳيان ڪجھہ پئسا پيا هئا جي شايد ڪيس ياترين مان

پرايت ٿيا هئا.

اشوڪ آواز ۾ شرڌا جو روح ڦوڪي چيو، "سنياسي بابا."

سنياسيءَ آهستي آهستي اکيون کولي چيو، "ڇا ڳالهه آهي پٽ؟"

اشوڪ سندس سامهون زمين تي وهندي چيو، "بابا! توهان دنيا جو تياڳ ڪيو آهي نه؟"

سنياسيءَ گويا فخر سان چيو، "پٽ! مون ڪايا، ڪامني ۽ ڪنچن، ٽنهي جو تياڳ ڪيو آهي."

"ڪايا، ڪامني ۽ ڪنچن جو مطلب ڇا بابا؟"

"شريرڪ اڇائون، استري ۽ ڌن."

"بابا، توهان واقعي ڪايا، ڪامني ۽ ڪنچن جو تياڳ ڪيو آهي."

"ته ڇا توکي سنياسي بابا جي وچن ۾ شڪ ٿو نظر اچي؟"

"نه بابا- توهان ته بيشڪ سنياسي لڳي رهيا آهيو، دنيا کان دور، پاکنڊ کان پري، گيڙو رتي ڪيسري ويس ۾، سنياس جي سچي روپ ۾."

"ٺيڪ آهي پٽ. ماڻهوءَ ماڻهوءَ کي سڃاڻڻ ۾ بيشڪ تون قابل ٿو نظر اچين. هاڻ مون وٽ اچڻ جو سبب پٽ؟"

"مان اوهان کان بکيا وٺڻ آيو آهيان بابا."

"سنياسين کان بکيا" سنياسي ڀيرين عجب ۾ پئجي ويو. پوءِ هلڪو ٽهڪ ڏيئي چيائين، "تون شايد گيان جي بکيا وٺڻ آيو آهين."

"نه بابا! مون کي گيان جي بکيا نه پر دولت جي بکيا کپي."

"دولت ۽ سنياسيءَ وٽ. ڇا تون چرچو ڪري رهيو آهين؟ وڃ وڃ پٽ. ڀڳوان تنهنجو ڪلياڻ ڪندو."

"نه بابا مان چرچو نه بلڪ ڪجهه پئسن جي بکيا گهري رهيو آهيان. توهان جي اڳيان هيءَ پئسا نه پيا آهن." اشوڪ نماڻي نوع ۾ چيو، "مان انهن پئسن جي گهر ڪري رهيو آهيان. ۽ پوءِ توهان ته ڌن جو تياڳ ڪيو آهي نه؟"

"ها پٽ! بيشڪ مون ڌن جو تياڳ ڪيو آهي. مگر روٽيءَ جو تياڳ ته ڪونه ڪيو آهي نه؟ جي هيءَ پئسا توکي ڏيندس ته کائيندس ڇا؟"

"تہ ڇا سنياسي روٽيءَ جو تياڳ نہ ڪندو آهي؟"

"روٽيءَ جو.... روٽيءَ جو تياڳ ڪير ڪندو؟ روٽيءَ جو تياڳ معنيٰ جيون جو تياڳ" سنياسي بابا چيو. "دنيا ۾ ڪايا، ڪامني ۽ ڪنچن جو تياڳ ڪري سگهجي ٿو. مگر روٽيءَ جو تياڳ ڪرڻ ناممڪن آهي پٽ."

اشوڪ محسوس ڪيو تہ دنيا ۾ روٽيءَ جي ڪيتري نہ اهميت هئي. هاڻ هو روٽيءَ جي مهانتا جو ٺيڪ اندازو لڳائي سگهيو ٿي. اڄ هو بہ تہ روٽيءَ لاءِ پريشان هئو ۽ ان کي پائڻ اڄ هن لاءِ ڪيترو نہ مشڪل هئو. ان لاءِ هو ڇا جو ڇا ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. سنياسيءَ کي شانتي ڏيندو ڏسي چيائين، "بابا! مون بہ هن دنيا جو تياڳ ڪيو آهي. ٻڌايو تہ هاڻ ڇا ڪريان جيئن روٽي ٽڪر نصيب ٿئي؟"

"پٽ! رام جي نالي ۾ عجيب نشو آهي. سامهون وڻ جي هيٺان ويجي رام نام جي ڌني لڳاءِ، ڏس تہ ڪيئن نہ شرڌالو ان نالي جي نشي ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ پيسا ٽا رکن."

اشوڪ اندر ۾ کلي چيو، "ٺيڪ تہ آهي. جيڪڏهن رام جي نالي ۾ نشو نہ هجي ۽ نشي جو اثر جيڪڏهن رواجي ماڻهوءَ تي نہ ٿئي تہ پوءِ سادن ۽ سنياسين حو پيٽ جو مسئلو ڪيئن حل ٿئي؟ اڄ بہ جي ماڻهو رام يا خدا جي نالي تي مست ٿي دان نہ ڪن تہ دنيا ۾ سادن سنياسين ۽ پيرن، فقيرن جو تعداد بلڪل ئي گهٽجي وڃي." اشوڪ سنياسيءَ کي پرڻام ڪري وڃي سامهون واري وڻ هيٺان پلٿي ماري ويٺو. قميص ۽ چمپل لاهي پنيان رکيائين ۽ پوءِ اکيون بند ڪري زور سان پڪارڻ لڳو، "رام.... رام.... رام.... رام."

مگر دان ڏيندڙ بہ ڪي صفا بيوقوف ڪونہ ڏيندا آهن. هو پهرين ڏسندا آهن تہ جنهن کي هو بکيا ڏيئي رهيا آهن انهن کي جتائو آهن يا نہ. ان جي سڄي بدن تي رک ۽ پيشانيءَ تي تلڪ لڳل آهي يا نہ. ان جي ٻانهن ۽ ڳلي ۾ مالهائون ۽ تعويذ ٻڌل آهن يا نہ. جي فقير هوندو تہ ڏسندا تہ ٽنگ ٻانهن پڳل اٿس يا نہ. هڪ اک خراب يا صفا انڌو آهي يا نہ. وغيره. ذرا اشوڪ ڏانهن تہ ڌيان ڏيو.

هن ۾ انهن مان ڇا هئو جو ماڻهو هن کي دان ڏين؟ ڪجهه بہ نہ.

۽ صرف اهوئي سبب هو جو ڪلاڪ رام رام ڪندي بہ هن کي ڪجهه نصيب نہ ٿيو. بدنصيب جيون جي خالي جهولي جيئن جا تيئن خالي ٿي رهي. رام نام جي ڏنيءَ سان بہ اُها پرجي نہ سگهي.

اشوڪ جي پيٽ ۾ ولوڙا پوڻ لڳا. پيٽ ۽ پنهنجي پريم سان گلي ملي اشوڪ کي بيتاب ۽ بي حال بنائڻ لڳا. اوچتو هڪ ويچار ڪري هو اٿي کڙو ٿيو. ۽ پوءِ چمپل ۽ قميص پائي اڳتي وڌڻ لڳو. وري اوچتو هو رڪجي پويان نهارڻ لڳو. محسوس ڪيائين گويا هو وڻ پڇي رهيو هئو. "ڪيڏانهن اشوڪ؟"

"چوري ڪرڻ."

"مگر چوري ڪرڻ تہ ڏوهہ آهي." گدامڙيءَ جي وڻ چيو.

"بک ۾ ڏوهہ ڪرڻ پاپ ڪونهي دوست." گدامڙيءَ جو وڻ لاجواب ٿي ويو.

اشوڪ ڌيمي چال ۾ اڳيان وڌيو. اوچتو هو سڙڪ جي وڪڙ وٽ هڪ دڪان تي پهچي ويو. پڪوڙن جو اهو دڪان بين دڪانن جي پيٽ ۾ ڪجهه اندر تي پيل هئو. دڪان تي ويٺل ماڻهو، پٽ کي ٽيڪ ڏيئي سويل ٿي جهوتا کائي رهيو هئو. دڪان جي ٻاهر هڪ ڇنل کٽ، پڪوڙن جي ٿالهہ جي ٻنهہ لڳي پيئي هئي. اشوڪ چپ چاپ اچي انهيءَ تي ويهي رهيو.

دڪان واري جهوٽو کاڌو مس تہ اشوڪ يڪدم هٿ وڌائي پڪوڙن سان بک پري اٿي کڙو ٿيو ۽ تکڙو تکڙو اڳيان وڌي، وچي هڪ وڻ جي اوٽ ۾، دڪان طرف پٺي ڏيئي پڪوڙا کائڻ لڳو. جيتوڻيڪ اشوڪ پنهنجي گذريل زندگيءَ ۾، ڪيترن بکن کي منهن ڏنو هئو، مگر هن خانہ بدوش زندگيءَ جي بک ڪجهه علحده هئي. اڳ ۾ بہ هن کي سڪل روٽيلا ڏاڍا وڻندا هئا، مگر اڄ جيڪو هن کي پڪوڙن مان آنند اچي رهيو هئو اوترو اڳ ۾ ڪنهن بہ ڀوڄن مان نہ مليو هوس. رواجي زندگي ۽ آواره پڻي جي زندگيءَ ۾ ڪيترو ٿي تفاوت آهي جيترو رواجي بک کان پوءِ ملندڙ کاڌي جي لطف ۾ ۽ ڏڪا ڏاڍا کائي، چالبازيون ۽ اٽڪل بازيون ڪري هٿ ڪيل کاڌي جي آنند

۾. خانه بدوش زندگيءَ ۾ نامعلوم ڪيترا ڪوڙ ڳالهائڻا پون ٿا. ڪيترين نڳيون ۽ ڏوهه گناهه ڪرڻا پون ٿا. انهن سيني ڳالهين ۾ به هڪ عجيب قسم جو لطف رهندو آهي. هڪ دفعو جي ڪير ان جو سواد چکي ٿو ته پوءِ زندگي ڀر انهن ڳالهين کي ئي اپنائي ٿو. ۽ پوءِ انهن ڳالهين جي وايو منڊل ۾ هو اهڙو ته ڇوڪنيو ڦاسيو وڃي جو ان مان پاڻ ڇڏائڻ ئي مشڪل ٿيو پوي. پر جي ڪو ماڻهوءَ جو لال پاڻ ڇڏائي به اچي ته ڇا دنيا جو ترم ايمان، سيپتا سنسڪرتي، قاعدو قانون، هن کي پنهنجي پاسي ۾ ويهڻ جي اجازت ڏيندو؟

پڪوڙا کائي اشوڪ وري اچي ساڳئي ڪٽ تي ويٺو ۽ جيئن ٿورو هٽ مٿي ڪيائين تيئن دڪاندار ڪڙڪ آواز ۾ پڇيس، ”اي، ڇا کپيئي؟“

اشوڪ ڇرڪي ويو. اٿي آهستي چيائين، ”ڀائي جان، ٿورن پئسن تي توهان منهنجي چمپل خريد ڪندا؟“

اشوڪ چمپل لاهي هٿ ۾ ڪيو.

دڪاندار اشوڪ جي هٿن ۾ موٽرن جي ٽائرن واري چمپل ڏسي، حقارت ڀرين نگاهن سان چيو، ”وڃ. وڃ. شڪل گم ڪر. وڏو آيو آهي چمپل وڪڻڻ.“ اهو ٻڌي اشوڪ چمپل پائي ويندو رهيو. هڪ هوٽيل مان به ٽي گلاس پاڻيءَ جا پي ڍڪا ۽ ٿاڪا کائي اشوڪ اتيئي آيو جتي ڪجهه وقت اڳ ۾ پلٿي ماري ويٺو هئو.

شفق ۾، جتي ڌرتي ۽ آسمان کلي ملندا ٿي نظر آيا، اتي گويا اچي باهه لڳي هئي. ڪو شاعر شايد ائين چوي ته، ”ڌرتيءَ آسمان کي گلي لڳائي چمي رهي هئي ۽ آسمان شرميليءَ نار جيان لڄ ۾ ڳاڙهو لال ٿي ويو هو.“ سڄ ڀهاڙن جي پوين لڪي ويو هئو. اوڀر مان اندڪار اجالي کي ڳڙڪائڻ لاءِ ڪيهر شينهن جيان ڪاهيندو اچي رهيو هئو.

اشوڪ چپ چاپ گدامڙيءَ جي وڻ هيٺان ليٽي پيو. هن کي غم هو. غم ۾ چنتا هئي. ۽ ان ڪري هن جي اکين ۾ آنسو هئا. وقت آهستي آهستي گذري رهيو هئو ۽ ان سان گڏ اشوڪ جي آتما جي پيڙا پڻ وڌي رهي هئي. هن ائين محسوس ڪيو ته گويا اها رات هنجي جيون جي آخرين رات هئي. ته

سياڻي جڏهن اوير ۾ سج نڪرندو تڏهن اشوڪ جي جيون جو سورج لهي چڪو هوندو!

اها رات.... سياري جي رات هئي. سرد هوا لڳي رهي هئي. اشوڪ ائين محسوس ڪيو تہ هوا ۾ گويا برف وسي رهي هئي. جيئن جيئن ويئي تي رات گذرندي تيئن اشوڪ ويو ٿي ڪروندڙو ٿيندو. ڪنهن ڪنهن مهل هن اکيون کولي چؤطرف نهاريو ٿي ۽ ٿڌا ساهہ کنيا ٿي. جڏهن هرڪو ڪمبلن ۽ مگين ۾ لڪل هئو تڏهن اشوڪ نيري چادر کي، جيڪا ان وقت نهايت ڪاري نظر اچي رهي هئي ۽ جنهن ۾ ڪيترين ئي لاٽون جلي آسماني چادر جي شويا وڌائي رهيون هيون، اوڍي آنسن جي پونجي لٽائي رهيو هئو. گهڙي گهڙي سندس ذهن ۾ سندس ماءُ جو هڪ چيل جملو هري رهيو هئو. "مان تنهنجي ماءُ آهيان. تون مونکي ٻڌاءِ تہ توکي ڇا کپي؟ ڇو اچي مغرور ڇوڪريءَ پويان پيو آهين؟ مان بہ پيئي دل ۾ چوان تہ نامعلوم ڇو منهنجو هي چنڊ جهڙو پٽ ڏينهون ڏينهن وڃي پيو ڳرندو." ۽ پوءِ سندس ذهن ۾ وري سڏڪا پيدا ٿيڻ لڳا ۽ وري هڪ ڪڙڪ آواز گونججڻ لڳو، "تہ ڇڱو. گلو ڦاڙي رئندي ،هہ مگر هڪڙي ڳالهہ ٻڌي ڇڏ ياپي تہ ائين رئندي رئندي مري ويندينءَ مگر هيءَ شڪل وري ڏسي نہ سگهندينءَ. مري ويندينءَ مگر مان تنهنجو ڪانڌي ٿيڻ بہ ڪونہ ايندس." ۽ ان وقت ڪنهن سندس ٻانهن کي قابو جهليندي چيو، "ياٿو توکي قسم آهي ننڍڙي پيڻ جو، نہ وڃ. ياٿو تون ڏاهو نہ آهين؟ مهرباني ڪري رڪجي وڃ. رڪجي وڃ. ياٿو رڪجي وڃ."

برابر بہ ڇٽا هنجي ذهن ۾ روئي رهيا هئا. پر ڇا اهو ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ اهي.ورلاپ انهن ئي سڏڪن جا پڙلاءُ هجن جي اشوڪ جي گهر ۾ اڄ پرجي رهيا هئا؟

قدرتي جڏهن اشوڪ جون اکيون ننڊ جي خمار ۾ پورجي ويون تڏهن ڪيس ننڊ اچي ويئي ۽ جڏهن سندس اکيون کليون تڏهن صبوح ٿي چڪو هئو. لموجاڳي واري اڌ رات سندس لاءِ گويا هڪ صدي ٿي ڪٽي هئي؛ باقي آرام واري اڌ رات تہ اک ڇنڀ ۾ گذري ويئي.

اکيون کولي، هن اٿڻ چاهيو. مگر هي ڇا؟ هن ۾ اٿڻ جي طاقت ڪٿي؟ هن محسوس ڪيو تہ گويا هن جي جان ۾ جان نہ رهي هئي. جڻڪ ان پهاڙي پٿرن واري سخت زمين سندس جسم جي طاقت کي چوسي ورتو هئو. سرد رات ۾ سندس بدن برف جهڙو ٿڌو ٿي چڪو هئو. هن ائين سمجهو گويا سياري جي سرديءَ ۾ رجني ديويءَ سندس ماس کي ڇني ڪائي ڇڏيو هئو ۽ ان ڪري باقي جو بچيو هئو، اهو هئو اشوڪ جي هڏن جو پڃرو. سندس دماغ ۾ زبردست ٽڪ، پيٽ ۾ تکي بک ۽ من ۾ سخت پيڙا هئي. هن پنهنجي حالت تي رئڻ چاهيو، مگر اڄ آنسن بہ هن سان همدردي نہ ڏيکارڻ جو قسم کائي برف جي ٽڪرن جيان ٺوس روپ ڌارڻ ڪيو هئو. اشوڪ تہ چاهيو ٿي تہ، هو ايترو تہ زور زور سان روئي، جيئن حاجي ملنگ بابا جي جبل جا وڻ ٽڻ، بوٽا ۽ ساٿ ۾ رهندڙ پراڻي سندس جيان اوڇگارون ڏيئي روئن ۽ جنهن جي ويدنا کي ڏسي حاجي بابا جو هيءُ وڏو جبل بہ پگهرجي پاڻي ٿي وڃي.

ڏهہ لڳي ويا. اشوڪ آهستي آهستي اٿي وڻ کي ٽيڪ ڏيئي ايشور جي هن وچتر رچنا تي ويچار ڪري رهيو هئو. اوچتو هن جي خيالن جي زنجير ٽٽي پيئي ۽ ان جي ٽٽڻ سان هن ۾ هڪ وڏي آتت ۽ آشا جو واس ٿي ويو، جڏهن هن ٿهڪن سان گڏ ڪن سنڌين جو ڳالهائڻ ٻڌو. هاڻ هن جي جان ۾ جان اچي ويئي. ايتري، جو سندس اٿي اڳتي وڌڻ تي بہ ڪيس رواجي پيڙا نہ ٿي. سندس سامهون اٽڪل پنجويهہ کن نوجوانن جو ٽولو ڪچي سڙڪ تان اڳيان لنگهي ويو. اشوڪ رستي تي بهچي زور سان رڙ ڪئي، "ڪرشن."

هن رڙ ڪٿي ڪيتري بہ زور سان ڪئي مگر سندس آواز صرف ان ٻڌو جو سيني جي پويان ڪنڌ هيٺ ڪري نامعلوم ڇا سوچيندو اڳتي وڌي رهيو هئو. ٻيا سڀ مزيدار ڳالهيون ڪندا ٽهڪ ڏيندا امنگن ۾ اڳتي وڌي ويا مگر اهو پويون ٿي هو، جو پويان ڦري، پويان موٽي آيو. ويجهو ايندي، اشوڪ جي منهن ڏانهن چتائي نهاريندي چيائين، "تو، ڇا مونکي سڏ ڪيو؟"

"جي، ها!"

"تون ڇا مونکي سڃاڻين؟"

"جي، نہ!"

"تہ پوءِ تو مونکي سڏ ڇو ڪيو؟"

"چاڪاڻ جو منهنجو توهان ۾ ڪم هو."

"پر توکي منهنجي نالي جي خبر ڪيئن پيئي؟"

"مونکي تہ اڃان بہ توهان جي نالي جي خبر نہ آهي."

"مگر تو تہ مونکي ڪرشن ڪري سڏ ڪيو. اهو ڪيئن؟"

"چاڪاڻ جو مون سمجهو ٿي تہ توهان ڪرشن نہ، تہ گوپال.... گوپال نہ، تہ گوبند... مطلب تہ ڪنهن نہ ڪنهن نالي وارا ضرور هوندا. منهنجو توهان ۾ ڪم هو؛ نہ توهان جي نالي ۾." اشوڪ مشڪي چيو.

ان نوجوان، جنهن جو نالو سچ پچ ڪرشن هئو تنهن تعجب مان چيو، "تون تہ نهايت دلچسپ ماڻهو ٿو ڏسجين. ٻڌاءِ، تنهنجو ڪو ڪم؟"

"ڪم" لفظ ٻڌي، اشوڪ جي چهري مٿان گويا زندگيءَ جي سيني دکن جي هڪ ٿي وقت ڇايا پئجي ويئي. دردبلي نوع ۾ چيائين، "توهان وٽ هڪڙي پائلي آهي؟ سچ، مون ٻن ڏينهن کان ڪجهہ نہ کاڌو آهي."

"ڪجهہ نہ کاڌو آهي!" ڪرشن عجب مان چيو، "ڇو؟.... ٻڌ، مان توکي سائلي تہ ڇا بلڪ آڌي بہ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان مگر پهرين ٻڌاءِ تہ تون ڪير آهين؟ ڪٿي رهندو آهين؟ ڇا ڪندو آهين؟"

آڌيءَ جي نالي ٻڌڻ سان سندس چهري تان غم جي ڇايا ائين الوپ ٿي ويئي جيئن اوشا ڪال جي اجالي ۾ رات جو انڌڪار. مشڪي چيائين، "مان جو آهيان، اهو توهان جي سامهون آهي ۽ جو توهانجي سامهون آهي ان بابت مان گهڻو ٿي ڪجهہ ٻڌائي سگهان ٿو. مگر... مگر ان کان اڳ.... ڇا مونکي هڪ پائلي نہ ملي سگهندين؟"

"پائليون جام آهن دوست. مون سان هل تہ مان توکي جام مال کارايان." ڪرشن جو خيال هئو تہ هو اشوڪ کي پنهنجي دوستن ڏانهن وٺي وڃي مگر اشوڪ کي سامهون واري هوٽل طرف وڃندو ڏسي، هن جي ان اوستا کي محسوس ڪري پاڻ بہ هوٽيل طرف وڌيو. ۽ رستي تي اشوڪ کي

پاڻ ٿانهن شڪر گذاريءَ جي نگاهن سان نهاريندو ڏسي سندس ڪاپي ڪلهي ڪي ساڇي هٿ سان زور ڏيندي چيائين، ”بي فڪر رهہ دوست، اڄان انسان زنده آهي. انسان جيڪڏهن انسان نہ ٿئي، تہ پوءِ انسان؛ انسان ڪيئن ٿيو؟“

هوٽيل ۾ ٽيبل جي آمهون سامهون ويهندي اشوڪ چيو، ”ڇا توهان جو نالو سچ پچ ڪرشن آهي؟“

ڪرشن مشڪي ها ڪئي.

”توهان شايد ڪنهن ڪاليج جا وديارٿي آهيو ۽ هتي شايد ايڪسڪرشن ڪرڻ آيا آهيو.“

”ايڪسڪرشن تہ ڪرڻ آيا آهيون پر اسين هتي وديارٿين جي حيثيت ۾ نہ، بلڪ ساهتڪار جي روپ ۾ آيا آهيون. اسان ۾ ڪيترا ليکڪ بہ آهن تہ ڪيترا شاعر بہ. ڪي بمبئيءَ جا آهن تہ ڪي ڪلياڻ ڪئمپ جا بہ. بہ چار پنج، اڪبر ملندي چيمبور ڪئمپ جا بہ آهن. مگر ها!.... مونکي شاعر نہ سمجهہ ج.“

”تہ ڇا توهان ليکڪ آهيو؟“ ٻارن جيان، شرتا وچان اشوڪ چيو، ”ڇا توهان پنهنجو پاڻ آڪاٿيون ٺاهي لکندا آهيو؟“

”جي ها“ ڪرشن هنجي معصومتا سان ڀريل سوال تي مشڪي چيو، ”مان توتي بہ هڪ سٺي ڪهاڻي لکي سگهان ٿو.“

”توهان جيڪڏهن بينا ۽ ساگر جي پريم وارتا لکو تہ شايد هڪ مزيدار ناول ٿي پوي.“

”اهو تہ ٺيڪ آهي دوست، مگر هاڻ بينا ۽ ساگر... طوطي ۽ مينا... چنڊ ۽ تارن وغيره تي لکڻ جو زمانو نہ رهيو آهي. اڄ جو ساهتڪار گل ۽ بلبل وغيره تي نہ بلڪ زندگيءَ جي روزمره جي ٿيندڙ واقعن تي ئي لکي ٿو. ڇڏ. اڄ جو ساهتڪار جنتا جو ساهتڪار آهي. اسين جنتا جي لاءِ، جنتا تي لکندا آهيون. اسين چاهيون ٿا تہ ساهت رستي صحيح معنيٰ ۾ جنتا جي ترجماني، تنقيد ۽ رهنمائي ڪريون.“

”رهنمائي ڀلي ڪريو.“ اشوڪ مشڪي چيو، ”پر ذرا هنڪي آربر تہ

ڏيو."

ڪرشن ڪلنڊي روٽيءَ جو آربر ڏنو ۽ پوءِ نهايت دلچسپيءَ سان اشوڪ جي چهري ڏانهن نهارڻ لڳو. ويٽر جڏهن ٽيبل تي اچي هڪ ڄڻي جي روٽي رکي تڏهن اشوڪ ڪرشن ڏي منهن ڪري چيو، "شروع ڪيو." بک نه هوندي به ڪرشن آهستي آهستي هن سان کائڻ شروع ڪيو. تکي بک هئڻ جي باوجود به اشوڪ آهستي آهستي کائي رهيو هئو. روٽي کائڻ کان پوءِ چانهه پيئڻ مهل ڪرشن جي زور ڪرڻ تي اشوڪ شروع ڪئي پنهنجي بيرنگي جيون جي رنگين ڪهاڻي. موتيءَ جي مرتيو کان وٺي، پاٺليءَ جي پنڻ تائين جو ڪجهه سندس زندگيءَ ۾ تي گذريو هئو، سو نهايت سندر ڀاشا، دلفريب ڍنگ ۽ ڪشش ڪندڙ آواز ۾ ٻڌائيندو رهيو. بينا ۽ ساگر جي پريم ڪهاڻي ۽ ساڻ ۾ بک بيماري ۽ بيڪسيءَ جون چيخون ٻڌي ڪرشن جي اکين ۾ پاڻي تري آيو. هنجي خيال ۾ اشوڪ قدرت سان جنگ جوٽي هئي ۽ اشوڪ جي چهري جي مسڪراهٽ ۾ هن کي نظر اچي رهي هئي قدرت جي هار! ۽ صرف ان اثر جي ڪري ڪرشن چيو، "ڪهڙو نه سٺو ٿئي اشوڪ جو سخت محنت ڪري مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ قلم هٿ ۾ کڻين. پوءِ تون اهوئي لک جو تنهنجي زندگيءَ ۾ تو مٿان ٿيندو رهي ٿو. جو تنهنجي آسپاس ٿيندو رهي ٿو. اهوئي لک جو تون ڏسين ٿو، سوچين ٿو ۽ انيڀوُ ڪرين ٿو. مونکي وشواس آهي ته تون گهڻو ڪجهه لکي سگهندين."

"ها ڪرشن بابو. توهان ٺيڪ ٿا چئو. اڄ صبوح پڻ منهنجي دل ۾ به سٺون شعر جون رچجي آيون."

"هان!... ڀلا مان به ته ٻڌان!"

اشوڪ ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پوءِ مشڪي چيو،

"آشا ڦري نراشا ٿي، ڪلپنا ڪروٽ بدلايو،
بيدرد اکين تڏهن به هڪ آنسو نه وهايو."

"واه- واه" ۽ "خوب- خوب" چوڻ کان پوءِ ڪرشن اشوڪ کي

والميڪ رشيءَ جي شاعر ٽيڻ جي ڪهاڻي ٻڌائي ته ڪيئن هڪ ڏينهن ٻن ۾ هڪ شڪاريءَ هڪ پکيءَ کي تير هنيو ۽ ڪيئن اهو تير ڪاتل پکي اچي والميڪ جي پيرن وٽ ڪري ڦٿڪڻ لڳو ۽ ڪيئن اهو دردناڪ درشيہ ڏسي رشي والميڪ جي زبان مان بہ سٽون شعر جون نڪري ويون ۽ ڪيئن پوءِ ڪنهن رشي منيءَ جي چوڻ تي هن قلم هٿ ۾ کنيو ۽ هڪ ايڏي تہ وڏي ڪويتا لکي جو اڄان تائين سڄي سنسار ۾ رشي ويد وياس ڪانسواءِ ڪو رچي نہ سگهيو آهي. ڇا رس ڇا آنند ڇا ٻولي ڇا خيالات ۽ ڇا ڪردار نگاري هئي. پتي ۽ پتنيءَ جو پريم، پاٽرن جو سنيه، سچي شيوا، فرضن جي ڄاڻ ۽ لوڪ مريادا مطلب تہ ڇا نہ هئو ان ۾؟ اڄ بہ دنيا جي هر قوم، پنهنجي ٻوليءَ ۾ ان کي اپياس ڪري ٿي ۽ ان مان اهوئي پاٺ هميشه هميشه لاءِ سکي ٿي تہ دنيا ۾ هميشه سچ جي جٺہ ۽ پاپ جي ڪٺہ ٿيندي آهي. ڪرشن اشوڪ کي اها وات وٺڻ لاءِ چئي. هن کي زوردار لفظن ۾ چيو تہ هو گهر موٽي وڃي ۽ ڪيئن بہ مئٽرڪ پاس ڪري ۽ پاوَ اتپن ٿيڻ سان قلم کڻي ۽ ان ريت ڪيترين ڳالهين ٻولين ڪرڻ کان پوءِ ڪرشن ٻي ريئي جو نوٽ اشوڪ جي هٿ ۾ رکندي چيو، ”اشوڪ تون وڃ بس ۾. بس جو ڀاڙو اٺيئي ڏهہ آنا. ڪلياڻ پهچي وري ڪئمپ جي بس ۾ چڙهج. سمجهئہ؟ خيال نہ ڪر. مان هميشه توسان گڏجڻ ايندو رهندس.“

هوٽيل جو بل ڀري ٻئي ٻاهر آيا. اشوڪ مشڪي موڪلائڻ لڳو. ڪرشن اشوڪ کان موڪلائي تڪڙو تڪڙو اُن طرف وڌي ويو، جنهن طرف سندس ساهتڪار ساٿي وڌي ويا هئا. مگر موڪلائڻ کان اڳ ۾ اشوڪ کي چوندو ويو، ”ٻڌ اشوڪ ٻئي دفعي جڏهن اسين گڏجون تڏهن تون مون کي ”توهان“ نہ بلڪ تون چئج.“

اشوڪ شام جو اٽڪل ڇهين بجي کن اچي گهر پهتو. گهر ۾ هڪ ڪنڊ ۾ شانتي ۽ سندس ماءُ اداس منهن سان خاموش ويٺيون هيون. کانچند گهر کان ٻاهر هئو. اشوڪ ڪمري ۾ گهڙندي چيو، ”شانتو!“

ماءُ ڏيءُ ٻنهي کان ڇرڪ نڪري ويو. شانتيءَ رڙ ڪري چيو، ”ڀاءِ،

پاڻو!" پوءِ سندس ويجهو ايندي پڇيائين، "پاڻو تون به ڏينهن ڪٿي هئين؟"

"اهو پوءِ ٻڌائيندوسانءِ شانتو ڀهرين چانهه ته ناهي وٺ."

سندس ماءُ به اٿي ڪڙي ٿي. ڏيءُ ڏانهن منهن ڪري چيائين، "بيٺي بيٺي منهن چو ويٺي تڪين؟ جلدي باهه ٻار ته چانهه ناهيان." اشوڪ کي چيائين، "تون اڃي وٺين پٽ. مونکي خبر هئي ته تون ضرور ايندي." رئي جي ڳنڍ ڇوڙيندي ان مان ڪجهه پئسا ڪڍي کيس ڏيندي چيائين، "ڏس مون تنهنجي لاءِ اٺ آنا ڳنڍ ۾ ٻڌي رکيا آهن. اڄ آرام ڪري سڀاڻي وڃي پڪچر ڏسج."

اشوڪ اٺ آنا وٺندي چيو، "مان سڀاڻي ئي چو، اڄ ويندس. پر اڪيلو نه شانتوءَ کي به وٺي ويندس."

پڪچر ۽ پنهنجو نالو ٻڌي شانتي خوشيءَ ۾ جهومڻ لڳي. مگر سندس ماءُ چيو، "اشوڪ، مون وٽ ٻيا پئسا ته آهن ڪونه!"

"انجو خيال نه ڪر ڀاڀي." اشوڪ مشڪي چيو، "پئسا مون وٽ جام آهن."

# (16)

مئٽرڪ جي امتحان کي گذرئي ٻه مهينا ٿي ويا. هڪ ڏينهن منجهند جي ماني کائيندي ڪملا چئي رهي هئي، ”ٻڌءِ موهني، اشوڪ هڪ هوٽل ۾ وڃي اسٽاف بواءِ ٿيو آهي.“

”اسٽاف بواءِ!“ موهنيءَ عجب مان چيو.

”اوٽيتاليهه رپيا پگهار ۽ کاڌو پيتو.“

”مگر اها خبر توکي ڪيئن پيئي؟“

”مونکي نه رڳو اها بلڪ وڌيڪ خبر آهي. ٻڌ! هڪ ڏينهن اشوڪ گهر چڏي حاجي ملنگ جبل ڏانهن ڀڄي ويو هو.“

موهنيءَ تعجب ۾ چيو، ”ڇا سنياسي ٿيڻ؟“

”نه. سنياسي ٿيڻ نه. مگر اتي ڇو ويو، اهو صرف ايشور ئي ڄاڻي ٿو.“

”اها ته هڪ عجيب ڳالهه آهي.“

”هن اُتي بيڪ به پني هئي.“ ڪملا چوندي رهي.

”بيڪ!؟“

”۽ ها، هن اتي چوري به ڪئي هئي.“

”چوري!!؟“

”ها ها چوري- پکوڙن جي چوري.“

”تنهنجو مغز ته خراب ڪونه ٿيو آهي ڪملا.“ موهنيءَ چيو، ”ڀلا هن دنيا ۾ اهڙو ڪير هوندو جو صرف پکوڙن جي چوري ڪندو ۽ سچ ٻڌاءِ تون مسخري ته ڪرين نه؟“

”نه. جيتوڻيڪ اها ڳالهه لڳي مسخري ٿي پر آهي نج حقيقت. ڪڏهن ڪڏهن انسان جي زندگيءَ ۾ گذرندڙ ڪيترين ئي گهٽنائون سچ پچ مسخري

پيئي لڳندي آهي. قدرت جو وڏي ۾ وڏو چرچو."

ڪملا ڏيري ڏيري چوندي رهي، "منهنجي سؤٽ ليکڪ ڪرشن کي تہ تون چڱيءَ طرح سڃاڻين. جيتوڻيڪ هو رهندو بمبئي ۾ آهي پر ڪڏهن ڪڏهن هت ايندو آهي. ٻہ چار دفعا تہ هو آفيس ۾ پڻ آيو آهي. اهي سڀ ڳالهيون مونکي هن ئي ٻڌايون آهن. ٻڌ هاڻي اشوڪ بہ ڪهاڻيون لکندو آهي!"

"ڪهاڻيون لکندو آهي؟ مگر مون تہ هنجي هڪ بہ ڪهاڻي نہ پڙهي آهي."

"تون ڪنهنجون بہ ڪهاڻيون اڳ ۾ پڙهندي ڪٿي آهين؟ ڪرشن چوندو آهي تہ اسان سنڌين کي سچ پچ ساهت سان چاهہ رکڻ کپي. مون کي ساهت جي وياڪيا جي خبر ناهي مگر ان جي اهميت جو احساس آهي ۽ صرف اهوئي ڪارڻ آهي جو منهنجو ساهت سان بي حد پيار آهي. ۽ ان ڪريئي مان ڪن ڪچري تي ڪجهہ آنا خرچي ڪيترو ئي سنڌي ساهت خريد ڪري پڙهندي آهيان."

"مگر ڪملا، اهو تہ ٻڌاءِ، اشوڪ ڇيلا ڪهاڻين ۾ لکندو ڇا؟ ڪهاڻي لکڻ ڇا سؤلي ڳالهہ آهي؟"

"جو جيون ۾ مشڪلاتون ڏسي ٿو، ان کي درد جو احساس ٿئي ٿو موهني. ايتري قدر جو هو ٻين جا دک درد بہ پنهنجا ڪري ٿو سمجهي. ان ڪري دنيا جي هر چيز هنجي اکيان وجي تي وڌيڪ ويجهو ۽ چٽي ٿيندي. هر رواجي ۾ رواجي چيز ۾ هو غير رواجي گڻ ڏسي ٿو. جو جيون جي ان درجي تي پهچي ٿو اهو يا تہ شاعر ٿئي ٿو ۽ يا ليکڪ. اشوڪ ننڍي عمر ۾ ئي گهڻو ڪجهہ ڏٺو ۽ سٺو آهي. هو آزمودگار آهي. هن زندگيءَ جي اصليت کي سمجهو آهي. ڪرشن ڳالهہ ٿي ڪئي تہ هو لکي بہ روزمره جي زندگيءَ تي ٿو." ڪملا چوندي رڪجي ويئي. ورنا هن چوڻ ٿي چاهيو، "موهني، دل چاهيندي آهي تہ مان سڄي زندگي ان اڻ ڏٺي انسان جي سامهون ويٺي هجان ۽ سندس چرنن ۾ منهن لڪائي زندگيءَ پر رئندي رهان! نامعلوم ڇو؟"

"پر هڪ ڳالهہ ضرور چئبي ڪملا" موهنيءَ چيو، "تہ اشوڪ جي

زندگي هاڻ زندگي نہ رهي آهي. ڪڏهن سيني اٿين ٿي سمجهو تہ هو وڏين اکين ۽ ڊگهي پيشانيءَ وارو ڪلمڪ اشوڪ وڏي هوندي هڪ وڏو ماڻهو ٿيندو مگر ٿيو ڇا اهو تہ صاف ظاهر آهي."

ڪملا طنزي نوع ۾ مشڪي فيلسوفن جيان چيو، "زندگيءَ جو دائرو نهايت وشال آهي موهني. جو اڄ نوڪر آهي سو سڀان مالڪ ٿي سگهي ٿو. جو اڄ ڪمزور آهي سو ڏاڍو ٿي سگهي ٿو. جيڪو اڄ ناڪامياب آهي سو ڪامياب ٿي سگهي ٿو."

"پر ڪملا.... هوٽيل جي زندگيءَ ۾ ڇا اشوڪ تنگ نہ ٿيو هوندو؟ ڇا هنڪي پنهنجو پاڻ تي افسوس نہ ٿيندو هوندو؟ هو جڏهن ماضيءَ طرف نگاهون ڪندو هوندو تڏهن ڇا هنجي اکين ۾ آنسون نہ اچي ويندا هوندا؟ ۽ ڇا هو ائين نہ سوچيندو هوندو تہ ڪاش هو ڪو وڪيل، ڊاڪٽر يا انجنيئر هجي ها؟"

"اهو انساني سڀاءُ آهي موهني. جو تون اڄ چئي رهي آهين سو رات مون بہ سوچيو هو ۽ اها ڳالهہ سوچيندي جڏهن تہ منهنجي ڇاتي تي ڦاٽي تہ جنهن بابت سوچيندي اسين هيترو پريشان رهون ٿيون، خبر ناهي تہ ان ويچاري جو ڪهڙو حال هوندو؟"

# (17)

مئترڪ جي امتحان ۾ پيپر سنا ڪري اشوڪ نوڪريءَ جي ڳولها ۾ لڳي ويو هئو. مگر هر هنڌ گهٽ ۾ گهٽ مئترڪيوليٽ جي ضرورت هئي. آخر هن فلمي دنيا ڏي رخ رکيو. مگر در در جي خاڪ ڇاڻيندو موتي آيو. ڪنهن چيس، "اڃان انب پڪا ناهن، ڪچا آهن. برسات ڪان پوءِ اچج. وڃ وڃ، وڏو آيو آهي فلمي دنيا ۾ آرٽ جي شيوا ڪرڻ. شڪل ته ڏسوس."

ڪنهن چيس، "ڀلا اهو ته ٻڌاءِ ته فلمي آرٽ بابت تنهنجو ڪهڙو رايو آهي؟"

اشوڪ مشڪي جواب ڏنس، "مان ڪلا جي اديش کي ڄاڻان ٿو پروڊيوسر صاحب. ڪلا جو اديش آهي جنتا جي جيون جي ترجماني، آلوچنا ۽ رهنمائي ڪرڻ. ان کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ضروري آهي جيون جي هر پهلوءَ کي صحيح روپ ۾ پيش ڪرڻ. رسمن رواجن تي آلوچنا ڪرڻ ۽ انسان جي منجهيل جيون کي سلجهائي، پيار، نياءُ ۽ هڪ جهڙائيءَ جي واٽ ڏيکاري صحيح معنيٰ ۾ رهنمائي ڪرڻ."

"شاباس" پروڊيوسر مشڪي، گنڀير ٿي چيو. "تنهنجا خيال تمام اوچا آهن. مگر مونکي اهو ٻڌائيندي سخت دک ٿو ٿئي جو تون ڪلاڪار ٿيڻ جي لائق نه آهين."

اشوڪ عجب ۾ چيو، "ڇو صاحب.... ڇا توهان کي منهنجي چهري تي هرياءُ جا آثار.... آواز ۾ ڪجھ چيندڙ تاثير نظر نٿو اچي؟"

"بيشڪ دوست. مگر ڪلا جي شيوا لاءِ ته گهڻو ڪجھ ٻيو به ضروري آهي. توکي ايڪسٽرا ۾ ته ڪم ڏيڻو ڪونه آهي ڇاڪاڻ جو اهو اهم ڪم به ٿي جماعتون ڪري رهيون آهن. اسان کي ته نوان چهرا کپن. ان لاءِ سڊول سرير ۽ ڪشش ڪندڙ دلڪش چهرو کپي. اکين ۾ گهرائي ۽ وارن ۾

گولائي ڪيي. تون بہ جيڪر دلڪش لڳين جيڪڏهن تنهنجون اکيون ۽ ڳلا اندر نہ هجن. جيڪڏهن تنهنجي چهري تي پيلاڻ نہ هجي.“

”پروڊيوسر صاحب! مان ڪمزور آهيان، منهنجو چهرو پيلو آهي، اکيون اندر تي پيل آهي؛ انهن سڀني جو بنيادي ڪارڻ صرف اهو آهي جو اڄ منهنجو پيٽ اندر آهي. مون وٽ فلمي آرٽ جي شيوا لاءِ آنسن جي برسات ۽ ٽهڪن جي گرجنا آهي. باقي بيو ڪجهہ بہ پائي سگهان ٿو جيڪڏهن مونکي ڪو ڪم ملي.... روزگار ملڻ کان پوءِ منهنجي چهري جي مسڪراهٽ ڦڪي نہ بلڪ رنگين ٿي ويندي ۽ ان وقت منهنجون نگاهون ٻڪريءَ جيان بيڪس نہ مگر ڪاسائيءَ جيان قاتل هونديون.“ اشوڪ آشاوادي ٿي چيو، ”ڪيئن، ملندو ڪو ڪم؟“

”اسان وٽ ڪهڙو ڪم؟.... اسان کي تہ آرٽسٽ کپن. بيا ڪم ڪندڙ تہ جام پيا ملن. توکي بہ جيڪڏهن پيٽ پوڄا لاءِ نوڪري ڳولهڻ جو ڪم ساڌن گهرجي تہ پوءِ تون فلمي دنيا ۾ ڇو آيو آهين؟ توکي تہ ايمپلائيمنٽ ايڪسچينج جي آفيس ۾ وڃڻ گهرجي. ڪجهہ سمجهين؟“

سڀ ڪجهہ سمجهي اشوڪ ٻاهر نڪري ويو.

هڪ ڏ[illegible]ن هڪ دوست اچي پڇيس، ”اشوڪ، تون هوٽيل ۾ نوڪري ڪندين؟“ ڀلا اهو بہ ڪو سوال هئو. اشوڪ نوڪري ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. پگهار 39 رپيا کاڌو پيتو ۽ رهڻ جي جڳهہ. دوست اچي کيس بمبئي جي هڪ وڏي هوٽيل جي سامهون بيهاريو. اشوڪ حسرت ڀرين نگاهن سان ان شاهي عمارت ڏانهن نهاريو. هيٺ ڊانسنگ هال ۾ بئنڊ باجا وڄي رهيا هئا. ائين پي لڳو ڄڻ گويا اهي الاپ سندس لاءِ سواگت جا سنديش هئا. هو مشڪندو اڳتي وڌيو. سندس دوست کيس سيٺ جي سامهون آندو. سيٺ کيس پسند ڪري ”اسٽاف بواءِ“ جي جڳهہ ڏني.

اشوڪ ڪم تي چڙهيو. عجيب زندگي هئي اُها. رواجي ۾ رواجي [illegible] چوندس، ”بواءِ چانهہ کڻي اچ“، ”[illegible] پاڻي کڻي اچ“، ”هيءَ پليٽ آلي آهي واپس ک[illegible] وڃ. پليٽ ڌوئي اگهي کڻي اچ.“ ساڳئي ڏينهن

اڪائونٽنٽ ڪيس چانهہ آڻڻ جو آرڊر ڏنو. هن چانهہ جو ڪوپ آڻي سندس اڳيان رکيو. اڪائونٽنٽ ڪوپ ڏانهن نهاريو. ڪوپ جي ڪناريءَ تي ڪنهن نازنين جي چپن جي لالي (لپسٽڪ جي ڳاڙهاڻ) لڳل هئي. هو بگڙجي ويو. ڪاوڙ ۾ چپاٽينس تہ چانهہ واپس کڻي وڃ. اشوڪ اها چانهہ آڻي، ڪوپ ڌوئي ٻي چانهہ کڻي آيو. پلا هئو نئون، انجاڻ ۽ اڻ آزمودگار سو تڪڙ ۾ پوري طرح سرخي لاهي نہ سگهيو. اڪائونٽنٽ وري دپ ڪيندي چيس، "بيوقوف هي رنگ گرم پاڻيءَ ۾ ڌوئڻ کانسواءِ نہ لهندو."

چانهہ هاري، ساڳيو ڪوپ گرم پاڻيءَ سان ڌوئي، اچي توال سان اگهي، چانهہ پائي اشوڪ ٽيون دفعو اچي ساڳيوئي ڪوپ هنجي اڳيان رکيو. اڪائونٽنٽ ڪوپ کي ڏسي اشوڪ کان پڇيو، "چا هي اهو ساڳيو ئي ڪوپ آهي؟"

"ها صاحب."

"تو ان ڪوپ ۾ چانهہ آندي چو؟" هن ڪاوڙ ۾ چيو، "الائي ڪٿان اچي پرتي ٿيو آهين؟" چانهہ جو ڍڪ پريندي چيائين، "چڱو وڃ مستريءَ کي سڏي اچ."

"صاحب..... مستريءَ جو نالو؟"

"سامي!"

"سامي ڪٿي هوندو صاحب؟"

اڪائونٽنٽ شوخي نرڙ ۾ گهنڊ وجهي چيو، "منهنجي سر ۾" ۽ پوءِ چپاٽينس، "سامهون ويهي رهہ."

سامهون هڪ ٽيبل ۽ ڪرسي پيئي هئي. جنهن جي پاسي ۾، دروازي جي لڳو لڳ اسٽول پيو هئو. مٿان جواهر لال نهرو تصوير ۾ مسڪرائي رهيو هئو. اشوڪ نهروءَ جي تصوير هيٺان رکيل ڪرسيءَ تي وينو مس تہ اڪائونٽنٽ رڙ ڪندي چيو، "ڪرسيءَ تي چو وينو آهين؟ توکي ڪرسيءَ تي ڪڏهين بہ نہ وهڻ گهرجي، اسٽاف بواءِ جي ويهڻ جي جڳهہ ڪرسي نہ بلڪ اسٽول آهي! سمجهيہ؟"

”ها صاحب، سمجهيم.“ وغيره ڪجهہ نہ چئي اشوڪ چپ چاپ ڪرسيءَ تان اٿي وري اسٽول تي ويٺو.

رات ٿي. هوٽل ۾ ناچ جو پروگرام هئو. ويٽرن جي ضرورت ڪجهہ وڌيڪ هئڻ ڪري اشوڪ کي سفيد ڊريس ڏني وئي ۽ کيس چيو ويو تہ وڌيڪ ڪم ڪرڻ جو پگهار الڳ ملندو. اشوڪ ويٽر جا وڳا پائي وري ڪم تي چڙهيو. اها رات سندس نوڪريءَ جي پهرين رات هئي. پهرين رات هن بال روم ڊانس ڏٺي. ناچ ڏهہ منٽ هليو ٿي ۽ ڏهہ منٽ کن نچندڙن ٽڪ پڳو ٿي. حڪم جي پوئواري ڪندي هڪ گراهڪ سندس ٽري ۾ ٻہ آنا رکيا ۽ جا هئي هنجي بخشيش!

۽ ان وقت اشوڪ سوچي رهيو هئو پنهنجي ڪالهہ جي زندگيءَ تي. ڪو وقت هئو جڏهن سوين پياسي نيڻ هنجي اکين سان ملي چار ٿيڻ لاءِ تڙڦندا هئا. سوين دليون سندس مسڪراهٽ تي مشتاق هيون. مگر اڄ.... مگر اڄ ڪنهن نازنين تہ ڇا بلڪ ڪنهن صاحبزادي بہ محبت جي مٺي مرڪ سان سندس ڏانهن نهاريو نٿي. ڪنهن نهاريس بہ ٿي تہ صرف هڪ ويٽر سمجهي. اشوڪ گهور گهور ڪري سيني ڏانهن نهاري رهيو هئو. ۽ هن اها زندگي ڏسي سوچيو ٿي، ”هي سڀ ڪيترو نہ خوش آهن. اوچا ڪپڙا، اوچا کاڌا ۽ بئنڊ باجن جي الاپ ۾ ناچ ٽاپ ۽ هو.... ۽ هو ڪئمپ نواسي؟.... پنهنجي ديس ۾ پاڻ نرواسي.... بک بيڪاريءَ ۽ بيماريءَ جون چرندڙ پرندڙ تصويرون.... منهن اپوڳو.... وار جهنڊولا... اکيون ڳل ۽ پيٽ اندر تي پيل!..... جن جي چهرن تي مسڪراهٽ جو نالو نہ ئهي. وڄ جي چمڪاٽ جيان اکيون چمڪائي، بادلن جيان گرجي ڪو ٿهڪ ڏيئي نہ سگهي!“

اشوڪ ٻنهي زندگين ۾ ڏينهن ۽ رات جيترو تفاوت ڏٺو. اڄ تہ هو بہ اميرن جي وچ ۾ هئو. ليڪن انهن جيان وڏا ٺهڪ ڏيئي کليو نٿي. ڪنهن جوان نازنين جي ڪمر ۾ ٻانهن وجهي نچيو نٿي. ڪنهن کي چانهہ ڪافي ڪوڪ يا پائين ائپل وغيره جو آرڊر ڏنو نٿي. هو اميرن جي وچ ۾ هوندي بہ امير نہ هئو. نچندڙن جي وچ ۾ هوندي بہ ناچ ۾ شامل نہ هئو. هو تہ صرف

ويٺر هئو. جنهن حڪم جي پوئواري ڪندي مال پهچايو ٿي ۽ مال وٺندڙن به پنهنجي شخصيت جي مريادا قائم رکڻ لاءِ ڪيس ڪجهه نه ڪجهه بخشيش ڏيڻ جو دستور نڀايو ٿي.

۽ ان رات اشوڪ جي ڪيسي ۾ پيسا جمع ٿيا، ۽ جنهن مان ٻئي ڏينهن هن ورتي وڃي هڪ ريڊي ميڊ قميص. ٻيو ڏينهن هن مزي ۾ گذاريو. مگر گذريل رات جيان ان رات ناچ جو پروگرام نه هئو. ٽيئن ڏينهن مئنيجر جي حڪم موجب اشوڪ کي سيٺ ڏانهن ماني کڻي وڃڻي پيئي. سيٺ نه رڳو هوٽيل جو مالڪ، بلڪ ڪپڙي ۽ تماڪ جو واپاري پڻ هئو. سان ۾ ڪيس گوليار ۾ شراب جو ٺيڪو پڻ هئو. سندس آفيس هئي مسجد اسٽيشن جي پرسان. اشوڪ کي اڄ ڪلي عام سڙڪ تي اچڻو پيو. سندس هٿن ۾ ٽري هئي. ٽري ۾ رکيل جڳهه ۾ پيو هئو سوپ. هڪ وڏيءَ پليٽ ۾ اوٻاريل مڇي ۽ ٻيءَ ۾ بيدن جا آمليٽ جن جي مٿان وري به الڳ پليٽون رکيل هيون. سوپ لاءِ وري هڪ ڪوپ ۽ هڪ ساسر. سيني جي وچ ۾ ڊبل روٽين جا سلائيس ۽ سان ۾ پالسن مکڻ جو پئڪيٽ. پاسي ۾ لوڻ ۽ ڪاري مرچ جون شيشيون. ان سان گڏ هڪ چمچو، هڪ ڪانٽو ۽ هڪ ڇري ۽ سيني جي مٿان وري هڪ اڇو ٽوال. ڌوبي تلاءَ تي هو ٽرام جو انتظار ڪرڻ لڳو. ڪاٻي طرف سندس هڪ ساهتڪار دوست جو بڪ اسٽال هئو. ۽ اڄ نامعلوم ڇو هو ائين چاهي رهيو هئو ته سندس هن حالت ۾ جيڪر ڪوبه سڃاڻو ڪيس نه ڏسي. ٻئي ڏينهن به هن جي من ۾ ساڳيو ڀاءُ اٿيو ٿيو.

هو سوچي رهيو هئو، "اڳي مان ليکڪن جي زندگيءَ بابت کهڙيون نه عجيب ڪلپنائون ڪندو هوس. مگر اڄ انهن جي قطار ۾ اچي مون ته سڀ ڪجهه ان جي ابتڙ ڏٺو آهي. پاڻ به ليکڪن جي زندگيءَ بابت ڪيترا نه رنگين تصور ڪندا آهن مگر ڪين کهڙي خبر ته ڪيترائي ليکڪ پيٽ پٺيءَ سان لڳائي گهمن ٿا. ڪيترائي هوٽلن ۾ جوٺيون پليٽون ڌوئن ٿا. جتي اٿ ته گار، ويهه ته گار، سمهه ته گار ۽ جاڳ ته گار جو ٺهڪو لڳو پيو آهي." اشوڪ جو ڌيان هوٽل ڏانهن ڇڪجي ويو. "پگهار ڪيترو نه ٿورو ۽ ڪم ڪيترو نه

گهٽو آهي. ستين بجي چڙهه ڪم تي تہ رات جا ڏهہ لڳيو وڃن. ان وچ ۾ نہ ملي گهمڻ جو موقعو نہ ڦرڻ جو. پنهنجي زندگيءَ ۾ نہ چنچر آهي نہ آرتوار، نہ مرين برائيوَ نہ چؤپاٽي! نہ چانڊني رات نہ نديءَ جي ڪنارو. جيون جي هر رات.... اماس جي رات جيان...."

"هيلو اشوڪ!"

اشوڪ ڪان چرڪ نڪري ويو. سندس سامهون سندس هڪ شاعر دوست ويٺو هئو. جو پڇي رهيو هوس، "اشوڪ اڄ هتي ڇيو ڏسجين؟"

"ٽرام جي انتظار ۾ ويٺو آهيان اجيت."

"۽ هي ڇا کنيو اٿيئي؟"

"مڙيئي ڪجهہ ڪاٺي جو سامان آهي. ڪنهن دوست مسجد اسٽيشن جي پاسي ۾ هڪ گهر ڏانهن پهچائڻ لاءِ ڏنو آهي."

"مگر هيءُ ڪم تہ ويٺرر ڪندا آهن؟"

"ويٺرن جو ڪم ڪرڻ ڇا گناهہ آهي؟"

"نہ نہ.... مون ائين ڪٿي ڇيو. ٻر اهو تہ ٻڌاءِ توهان جو ڪلياڻ وارو ادبي ڪلاس تہ زور آهي نہ؟" وغيره وغيره حال احوال پڇي، اجيت ويندو رهيو. هن جي وڃڻ سان اشوڪ پنهنجي من جي ان ڪمزوريءَ کي دٻائڻ لڳو جا سندس دل جي نامعلوم کهڙي ڪنڊ مان نڪري ڪانئس ڪوڙ ڳالهارايو هئو.

هڪ ٽرام آئي ان ۾ ڪيس چڙهڻ نہ ڏنو وڃيو. ٻيءَ ۾ ڪيس جڳهہ نہ ملي. ڪافي دير ڪان پوءِ ڪيس ٽين ٽرام ۾ ويهڻ جي جڳهہ ملي. سيٽ وٽ پهتو تہ سيٽ اڳي بگڙيس "ڪيڏانهن وڃي گم ٿيو هئين؟"

"ٽرام نٿي ملي."

"تہ گڏهہ پند اچين ها."

اڳم ۾ بہ اشوڪ گهٽيون گاريون ۽ لقب ... هئا. هر هڪ گار ۽ هر هڪ لقب هنجي سيني ۾، سؤمان جي ڪجهہ گرمائش پيدا ڪري رهيو هئو. گرميءَ جي جزن جي ميل جو نتيجو تہ هرڪو ڄاڻي ٿو. هن نمرتا سان ڇيو،

"پنڌ ڏاڍو وڏو آهي."

"تہ ڇا تنهنجي لاءِ موٽرون بھاريون؟ پٺيءِ جون موٽرون ڪونہ پيون هلن." اشوڪ جون اکيون تيز ۽ نرڙ ۾ گهنج پئجي ويا. سيٺ واڪو ڪندي چيو، "بدمعاش شوڪي ڇو ٿو نهارين؟"

اشوڪ غصي ۾ چيو، "سيٺ صاحب، گاريون ڇو ٿا ڏيو؟ مان اوهان وٽ پورهيو ڪندڙ بيشڪ آهيان مگر ان جي معنيٰ اها تي ويئي ڇا تہ مونکي غلام سمجهي جيئن چاهيندا تيئن چوندا رهندا؟"

سيٺ پاسي ۾ ويٺل هڪ سيٺ کي چيو، "ڏسين وينو نہ پائي مفت لال. ڏس تہ سالن جو ڪيڏو نہ مغز ڦري ويو آهي." اشوڪ ڏانهن منهن ڪري چيائين، "توکي جيڪڏهن نوڪري ڪرڻي آهي تہ چپ چاپ هليو وڃ."

"بلڪل ٺيڪ." ائين چئي اشوڪ هيٺ لهي ويو. ها، هن جو ٻڌو هئو سو ٺيڪ ٻڌو هئو ۽ صرف انهيءَ ڪري ئي لڪشمي نارائڻ جي تصوير هيٺان ويٺل لڪاپتي سيٺ کي؛ اشوڪ حيواني روپ ۾ ڏٺو. هن هوٽيل ۾ پهچي اڪائونٽنٽ کي نوڪري ڇڏڻ جو رخ ڏيکاري پگهار گهريو. ۽ جنهن بنا ڪنهن سوال جواب جي هن کان نوڪري ڇڏڻ جي چِٺ لکائي پورن ڇٽن ڏينهن جو پگهار سندس هٿ تي رکيو ۽ جو هئو پنج ربيا تي آنا.

ڪپڙا ۽ بستر، ناهي اشوڪ پنهنجي پورهيت دوستن کان موڪلائڻ ويو. هنجي وڃڻ جو ٻڌي ڪيترائي پورهيت اچي گڏ ٿيا. جنجي زور ڪرڻ تي هن نوڪري ڇڏڻ جو سبب ٻڌايو. ڳالهائيندي ڳالهائيندي هن جي زبان، جذبات ۾ ڇلڪڻ لڳي، "سچ تہ مان پيٽ پرڻ لاءِ هيءُ پورهيو ڪرڻ گهٽ نٿو سمجهان پر عزت ۽ سؤمان پيٽ کان مٿي آهي. اڄ اسان پورهيت جي پسيني جي عزت ڪرڻ بدران بي عزتو ڪيو ٿو وڃي. ڇاڪاڻ تہ اسان پنهنجي ٻل ۽ ايڪي کي نہ سمجهو آهي. اسان مان هر هڪ جي بيعزتي ٿئي ٿي. هر هڪ تي ظلم ٿئي ٿو. پر جيڪڏهن اسين يڪمشت هجون تہ جيڪر مونکي ۽ توهان مان هر هڪ کي هيءَ بيعزتي ۽ ظلم سهڻو نہ پوي."

اشوڪ پنهنجي جذبي جي اثر هيٺ چوندو رهيو. پر اشوڪ کي

کهڙي خبر تہ کو هوٽيل جو سيٺ ڪيتري وقت کان سندس پنيان اچي بيٺو هئو. هر ڪنهن جي دل ۾ آندمانڌ ٿي رهي هئي. پر هرڪو خاموش، پنهنجي پنهنجي جڳهہ تي هئو.

اوچتو اشوڪ جي پٺيءَ تي هڪ زوردار لت لڳائي وئي. اشوڪ ڪنڌ ورائي ڏسي ئي ڏسي تنهن کان اڳ ۾ وري ڪيس پٺيءَ تاري هڪ مڪ لڳائي وئي.

”بدمعاش تون اسان جي نوڪرن کي برغلائين ٿو. باغي!“ ۽ پوءِ سيٺ جي وات مان وهندي رهي گارين جي بدگفتار.

هائي اشوڪ سڌو ۽ سيٺ جي بنهہ سامهون ٿي بيٺو. هنجو خون گرم ٿي ويو ۽ پڻ هنجي صبر جي حد ٿي چڪي. تنهن کانسواءِ اشوڪ اهو خيال ڪيو تہ جيڪڏهن سندس جهڙو ماڻهو بہ هنن پورهيتن جي سامهون هن وحشياني طاقت جي خلاف هٿ نہ کڻندو تہ هو جٺڪ پورهيت طبقي جي ڪمزوري ۽ گراوٽ جو مثال ٿي پوندو. اهڙي حالت ۾ پنهنجي پورهيت ساٿين جي اڳيان ڪيس پورهيت جي بيعزتي برداشت ڪرڻ ٺيڪ نہ لڳي ۽ صرف ان ڪريئي هڪ ساهتڪار جو نازڪ ۽ جذباتي هٿ، هڪ پورهيت جي هٿ جي حيثيت ۾، مضبوط فولاد وانگر سيٺ جي چهري تي لڳائي ٿي ويو.

اشوڪ کي پنهنجي قدم جي نتيجي جي خبر هئي. صرف ٽيليفون ڪرڻ جي دير هئي. جلدي نيري پوشاڪ ۾ ڍڪيل، قانون ۽ اِنصاف جا سپاهي اچي اشوڪ کي پنهنجي مضبوط هٿن ۾ جهلي هيٺ ڌڪڻ لڳا. اشوڪ کي هوٽل جي ٻاهر آندو ويو. اڄ شام جو ئي ٻئند ٻاجا وڄي رهيا هئا. مگر اڄ أهي آلاپ زور زور سان اشوڪ جي ڪنن ۾ ڪنهن پڪچر جو گيت گنگنائڻ لڳا.

”کمزورں کی، لاچاروں کی،
نهیں هے دنیا، نهیں هے دنیا،
دنیا دولت والوں کی،
ها دنیا طاقت والوں کی،
یہ دنیا همت والوں کی!“

پوليس وارن سان گڏ روانو ٿيڻ کان اڳ اشوڪ هڪ دفعو پنهنجي پورهيت ساٿين ڏانهن نهاريو جن جي چهري مان ائين ٿي لڳو ڄڻ اها گهٽتا هنن سيني سان ٿي هئي. گويا هرڪو پنهنجو پاڻ کان پڇي رهيو هئو.

"آخر ائين ڇو؟" ۽ "آخر اهو ڪيستائين؟" ۽ شايد سيني جي ڪنن ۾ اشوڪ جا چيل لفظ زور زور سان وڄي رهيا هئا. "جيڪڏهن اسين يڪمشت هجون تہ جيڪر مون کي يا توهان مان هر هڪ کي هيءَ بيعزتي ۽ ظلم سهڻو نہ پوي."

## (18)

پورن ٽيهن ڏينهن جي سزا ڪاٽي اشوڪ جيل جي چوڏيوارن کان ٻاهر نڪتو. جيل ۾ ڪيس گهٽيئي گڏجڻ آيا. ڪيترائي مليا هئس ۽ ڪيترا ملڻ جي موقعي نه ملڻ ڪري واپس موٽي ويا هئا. ڪملا کي اها خبر ڪرشن کان پيئي ۽ ان ڪري هن موهنيءَ کي ڏاڍو زور ڪيو ته هو ٻئي جيل ۾ هلي اشوڪ کي گڏجن ۽ هنکي آٿت ڏين. مگر موهنيءَ هلڻ کان صاف انڪار ڪندي چيو، "ڪملا جيڪڏهن تنهنجي محبت قائي ٿي نڪري ته تون ڀلي وڃ. مان ڪراچت ڪانه هلنديس. مون کي اشوڪ سان صرف همدردي آهي نه پيار. ۽ هينئر ته مان مگجي چڪي آهيان! توکي اها ڳالهه ڪندي ڇا شرم نٿو اچي؟ تنهنجي ته نوڪري اچي پوري ٿيڻ تي بيٺي آهي، تون ته جلد هتان هلي ويندينءَ پر مان ڪيڏانهن ونديس؟ هڪ دفعو جي بدنام ٿي ويس ته ٻڌاءِ سنسار ۾ اها ڪهڙي جڳهه آهي جتي وڃي مان پناهه وٺنديس؟"

اشوڪ دل بيقراريءَ سان موهنيءَ جو انتظار ڪيو؛ مگر موهني نه آئي، ۽ اهو ڇٺي اشوڪ پاڻ ڪي آٿت ڏنو ته، "ڇا ڪڏهن ڪنارو به ڪشتيءَ ڏانهن آيو آهي؟" ماستر لالچند گڏجڻ آيس مگر همدردي ڪرڻ بدران گهٽ وڌ ڳالهائي ويس. ڪيترائي ساهتڪار دوست آيس، آٿت ۽ اتساهه ڏيئي ويس. مگر اشوڪ رئندو رهيو. چلائيندو رهيو. جڏهن رات جو سڀ سمهي پوندا هئا تڏهن هو زور زور سان پنهنجو سر زمين سان ٽڪرائيندو هئو! ڇو؟"

پنهنجي پيءُ جي ملڻ کان اڳ ۾ هن کي گهر مان هڪ چٺي آئي. ڀهرين هن چٺيءَ کي سيني لڳايو. پوءِ آهستي آهستي کولي پڙهي- لکيل هئو.

نورچشم اشوڪ،

"تنهنجي گرفتاريءَ جي خبر ٻڌي اسان کي نهايت ڏڏکو رسيو. تنهنجي سرڳواسي ماءُ ته شروعات ۾ ئي ان نوڪريءَ جي خلاف هئي." ايترو خط

پڙهي اشوڪ جو مغز چڪر ڪائي ويو. ”سرڳواسي ماءُ.... ان جو مطلب ڇا؟“ هن پاڻ سنيالي پڙهيو، ”تنهنجي سرڳواسي ماءُ تہ شروعات ۾ ئي ان نوڪريءَ جي خلاف هئي. تنهنجي خبر ٻڌنديئي هو بيهوش ٿي ويئي ۽.... ۽ مرڻ تائين هوش ۾ ڪانہ آئي. هن فاني دنيا مان گذارڻ کان پنج منٽ ڪن اڳ هنجي بند ٿيل اکين مان هڪ دفعو ڳوڙها وهي آيا ۽ سندس وات مان تنهنجو نالو نڪتو. ڊاڪٽر ڪيس ڪيتروئي هوش ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ڪامياب ٿي نہ سگهيو ۽ چوويهن ڪلاڪن کان پوءِ هوءَ سدا لاءِ هلي ويئي. اشوڪ مونکي دک آهي جو تون پنهنجي ماءُ جو ڪاندي بہ ٿي نہ سگهئين. نيڪ آهي. هڪ ڏينهن تو ئي تہ ڪيس چيو هو نہ، ”پاپي! تون رئندي رئندي مري ويندينءَ مگر مان تنهنجو ڪاندي ٿيڻ بہ ڪونہ ايندس.“ اُف!.... خير اشوڪ. ماءُ جي موت جو ٻڌي روئج نہ. هڪ ڏينهن تہ سيني کي وڃڻو ئي آهي پوءِ رئڻ ڇا جو؟ ۽ ها اشوڪ.... هڪ مکيہ ڳالهہ تہ ٻڌائڻ وسري ئي ويئي. جنهن ڏينهن ماڻهين سرڳواس ٿي ان ڏينهن ئي آنند هڪ اخبار ڪٺي ڊوڙندو آيو. هن چيو تہ هو ۽ تون يعني توهان ٻئي مئٽرڪ جي امتحان ۾ پاس ٿيا آهيو. شانتوءَ تنهنجي پاس ٿيڻ جو ٻڌي روئي زور سان چوڻ لڳي، ”پاٺو، تون روز پاپيءَ کي چوندو هئين نہ تہ: مان توکي مئٽرڪ پاس ڪري جام جام پئسا ڪمائي سونا چوڙا ٺهرائي ڏيندس. سونيون ٿليون ۽ در ٺهرائي ڏيندس. تو تہ مئٽرڪ پاس ڪئي آهي نہ، پاٺو پوءِ تون جام جام پئسا ڪمائي سونا چوڙا ۽ سوني ٿليون ٺهرائي ڇو نہ ٿو اچين پاٺو؟“

۽ خط پورو ٿي ويو.

اِهو پڙهي اشوڪ ايترو تہ روڏن مچايو جو پٿر ۾ پٿر دل قيدين جي اکين ۾ بہ ڳوڙها اچي ويا. جيل جا ڪيترائي ڪرمچاري اچي ڪٺا ٿيا ۽ اشوڪ کي شانت ڪرائڻ لڳا. مگر اشوڪ جي اشانت آتما ۾ شانت نالي واري چيز ڪٿي؟

اشوڪ جيل کان ٻاهر نڪتو مس تہ ڪيترائي دوست ورائي ويس. هرڪو سائس همدردي ڏيکاري واڏايون ڏيئي رهيو هوس. محنت ڪري هن

مشڪل ۾ مشڪل ڪي آسان بنائي ڇڏيو هئو. ڪلياڻ ڏانهن ايندي سندس هڪ ساهتڪار دوست چئي رهيو هئو، ”شاباس اشوڪ، پورهيت طبقي جو ايندڙ زمانو تنهنجي ان قدم ڪي ڪڏهن به نه وساريندو. تنهنجو اهو ٺوڻشو صرف هڪ سرمائيدار ڪي نه بلڪ دنيا جي تمام سرمائيدارن جي منهن تي لڳو آهي.“

اشوڪ پٿر جي نرجيو پتلي جيان ان ساهتڪار ڏانهن نهاريو. ان نهارڻ جو مطلب به شايد اِهوئي هئو ته، ”اِن قدم جي ڪري ئي مون وچائي ڇڏي نه پنهنجي جنني؟ جا رئندي مري ويئي مگر مان جنهنجو ڪانڌي به ڪونه ٿي سگهيس. مگر متان سمجهين دوست ته مونکي پنهنجي قدم تي پڇتاءُ آهي هرگز نه.“

گهر پهچي هن ايترو ته زور سان اوڇگارون ڏيئي رُنو جو ٻڌندڙن جا ٿي ڪليجا ڪنبيا ۽ ڇاتيون ڦاٽيون.

ٻه چار پنج ڏينهن گذري ويا. اشوڪ قلم کڻي موهني ڪي هڪ خط لکيو.

بينا،

چوندا آهن ته چار دنون ڪي چانڊني، ڦر انڌيري رات. مگر سچ ته مون پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ به چانڊني رات نه ڏٺي. مونکي چانڊنيءَ جو انتظار هو، مگر انتظار جو ڦل مٺو نه نڪتو. مان صرف سوچيان ٿو ته هي ڇا ٿي ويو؟ مان ڇا مان ڇا ٿي ويس. ياٺر ويا. پينرون ويون. هڪ ڏينهن عزت هلي ويئي ۽ آخر ۾ هلي ويئي منهنجي ماءُ. جنهن ڪي مان پنهنجي ٻاڙن جي پورهئي سان ڪمايل هڪ روٽيءَ جو ٽڪرو به ڪارائي نه سگهيس. مون جا نوڪري ڪئي، ان ۾ جا حالت ٿي، ان جو، جو نتيجو نڪتو؛ ان ٻڌائڻ جي نه مون ۾ اڄ ڪا طاقت آهي ۽ نه وري ضرورت ئي آهي. مگر ها- ايترو ضرور ٻڌائيندس ته پنج رپيا ٿي آنا؛ جي مون خون پسينو هڪ ڪري ڪمايا هئا، انهن پئسن مان منهنجي ماءُ، جي مرڻ کان اڳ صرف هڪ روٽيءَ جو ٽڪر کائي وڃي هان ته اڄ منهنجي هي آتما ايتري اشانت نه هجي ها!

بينا! من کي شانتي ڏيڻ لاءِ مون دنيا سان ٽڪر کاڌو. دنيا به بيدرديءَ سان منهنجو مقابلو ڪيو. مان دنيا کي جهڪائي ڇڏيان هان، بينا جيڪڏهن تون مون کي ساٿ ڏين هان. مگر افسوس تو ساٿ نہ ڏنو. مون تنهنجي ياد کي سيني ۾ رکي، ان ياد کي پنهنجو ساٿي بنائي، پنهنجي ويران پريم سنسار ۾ قدم وڌايو. ايشور قسمت ۽ قدرت جي روپ ۾ منهنجي سامهون آيو، جنهن مونکي قدم قدم تي ڪشٽ ڏيئي، پگ پگ تي ٺوڪرون هنيون.مگر مان.... مگر مان ٺوڪرون کائيندي، ڪشٽ سهندي بہ وڌندو ئي رهيس. خبر ڪونہ هئي تہ ڪنهن طرف وڃيس ٿي. مان پنهنجي پيار بابت پيو تہ ڪجهہ نہ چئي، صرف ايترو چوندس تہ ان ۾ سچائي ضرور هئي ۽ آهي؛ مگر منهنجو مارگ غلط هو يا صحيح سو اڃان سمجهي نہ سگهيو آهيان.

ٻڌو هوم تہ هميشه پيار جي جيت ٿيندي آهي؛ ليڪن مان جيت پائي نہ سگهيس. اڄ منهنجي اوستا نازڪ آهي. ڪال اچي سر مٿان بيٺو اٿم. صرف ان جواب جي انتظار ۾ آهيان تہ ڇا تون واقعي مونکان نفرت ٿي ڪرين؟ مون سمجهو تہ تون هڪ ڏينهن ضرور مونسان گڏجڻ جيل ۾ ايندينءَ مگر اها چاهنا صرف آشا ٿي رهي ۽ هڪ ڏينهن ٿي ويئي نراشا. ٻڌاءِ تون ڇو نہ آئينءَ؟ ايتري نفرت تہ استرين جي سڀاءُ جي ئي خلاف آهي نہ؟ ڪنول جي گل جيان نازڪ استريءَ جي ڪومل دل ايتري سخت ٿي سگهي ٿي؛ اهو تہ مون پهريون ئي دفعو ڏٺو آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪنهن تتل دل جي پڪار ٻڌي ڪائنات بہ روئي ڏيندي آهي ۽ پوءِ تون تہ استري آهين. موهہ ممتا ۽ تياڳ جي تصوير. او استري! توکي سمجهڻ محال آهي. توکي سمجهڻ لاءِ هن زندگيءَ ۾ ئي مونکي نامعلوم ڪيترا جنم وٺڻا پوندا. نامعلوم ڪيترا ڪشٽ ڀوڳڻا پوندا ۽ ان ۾ نامعلوم گهڻا دفعا چولو پوندو؛

"ٽٽي ويو آ چنڊ هردي جو، ٽٽي ويا آهن سندر تارا،
ڇانيو انڌيرو آ جيون ۾، مٽجي ويا سڀ پريم نظارا."

وڌيڪ ٻڪ بند ڪري صرف اهوئي چوان ٿو:

”پريم پوڄا جا پشپ الجهن ۾ تڙڦي اٿيا آهن بيقرار،
پنک پنک پشپ جي ڪڻ ڪي سجني تنهنجو آ انتظار.“

۽ بس،
تنهنجو ساگر

لکڻ تي تہ اشوڪ خط لکي ويو مگر اهو خط موڪلڻ تي هن جي دل ئي نہ ٿي. هن سوچيو، ڇا اهو هنجي پيار جو ايمان نہ آهي؟ ڇا هو پريم جي بيک پنڻ ٿو چاهي؟ جي بينا هن کي پريم نٿي ڪري تہ ڇا اها هن جي مورکتا ناهي جو هو هن جي مٺان اجايو مشتاق آهي؟.... ۽ ڇا پيار صرف هڪ سان ڪبو آهي؟ منهنجي آتما تہ ڪنهنجي گود ۾ منهن لڪائي رئڻ ٿي چاهي مگر ڇا اهو ضروري آهي تہ جي ڪو ديوتا ڪنهن کي پنهنجي گود ۾ رئڻ نہ ڏيئي تہ آنسون وهائيندڙ ہٿي ڪنهن ديو ڏانهن نہ وڃي؟ ۽ هيءَ بينا پاڻ کي سمجهي ڇا ٿي؟ پاڻ کي قدرت جي هٿن ۾ سونپي، قسمت جو کلوٺو بنائڻ کان ڇا اهو بهتر نہ آهي تہ تدبير ۽ ادم سان ڪجهہ سوچي سمجهي ڪجي؟

هرڪو انسان ڇا صرف بنا سوچڻ جي پيار ڪندو آهي؟ ۽ پيار ڇا صرف ”ٿي“ ويندو آهي؛ ”ڪيو“ نہ ويندو آهي؟ ۽ ڇا دنيا ۾ ڪوبہ اهڙو نہ ٿيندو آهي جيڪو ڪنهن کي ”پيار“ سوچي سمجهي پوءِ ڪري؟ ”سوچيل سمجهيل“ ۽ خيال ڪري، اڳ پوءِ جاچڻ کان پوءِ ناتي رکڻ کي، ”پيار“ چوڻ ڇا غلط آهي؟ ڇا پيار صرف ان کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪو بنا سوچ جي گهٽو ڪجهہ ڪيو ڇڏي، ۽ پوءِ پنهنجي ڪمزورين کي ”پيار“ جي خوبصورت نالي پنيان لڪائي چوي تہ، ”پيار انڌو آهي.“ ۽ اها ڇا منهنجي غلطي ناهي جو بنا ڪنهن ڪماريءَ جي مسڪراهٽ کي پيار ۽ جيون ساٿ جو سنديش سمجهي سڄي زندگي ان مسڪراهٽ جي آئينده سان ڳنڍي مون پاڻ کي هڏن جو پڃرو بنائي ڇڏيو آهي؟ ۽ پاڻ کي مجنون، فرهاد ۽ پنهونءَ جو روپ سمجهي پاڻ کي بيوقوف نہ بنايو آهي؟ ڇا مان پنهنجو پاڻ کي دوکو نہ ڏيئي رهيو آهيان؟

۽ اهو سوچي اشوڪ غصي ۾ خط ڦاڙي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو.

وقت گذرندو رهيو. هاڻ هو نوڪريءَ جي کوج ۾ نڪري پيو. پر

نوڪري مليس ڪٿي ٿي؟ پيار بابت هو سوچيندو هئو. ”ڇا هن دنيا ۾ ڪو به اهڙو ڪونهي جو ڪيس پيار ڪري؟ جو سائس مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪري؟ ۽ جنهن جي اکين سان اکيون ملائي هو زندگيءَ پر ڪلندو ۽ رئندو رهي.“ نوجوان جوڙن کي سير ڪندو ڏسي ٿڌا ساه کڻي چوندو هئو. ”ڇا مان پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به هيئن گهمي نه سگهندس؟ اف! مون بينا سان پيار ڪري چو پاڻ کي دوکي ۾ رکيو؟ چو مون پاڻ کي ڳنڌين ۾ ڳاري اهڙو بنايو جو ڪا ڪماري محبت جي نگاهن سان نه ڇا بلڪ اٿين به نٿي نهاري؟ چوندا آهن نه پيار جو ذات پات، رنگ روپ ۽ طبقي سان ڪو تعلق ڪونهي پوءِ چو ڪين ٿي ڪا مونسان پيار ڪري؟.... ٺيڪ آهي. هاڻ پيار به شايد ڪروٽ بدلايو آهي. ۽ ان ڪري شايد ويهين صديءَ جون ڪماريون شوچي سمجهي پيار ڪن ٿيون نه جيڪو سندن پريتم آهي ان جو ڪيترو پگهار آهي ۽ سندس بابي جي ملڪيت ڪيتري آهي؟ وغيره وغيره.“

ٺيڪ نه آهي. هڪ پريم ۾ ناڪام انسان کي ٻيا خيال ٿي ڪهڙا تا اچي سگهن. مگر هن بدنصيب اشوڪ کي ڪهڙي خبر نه هن دنيا ۾ هڪ اهڙو به انسان هئو، جيڪو اوڙاهه ۾ ڦاٿل هوندي به سندس لاءِ تڙڦي رهيو هئو. جيڪو سائس ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي اڳتي وڌڻ لاءِ تيار هئو. مگر جيڪو پنهنجي چرتر جي ڪمزورين ڪري اڃان تائين اشوڪ سان ملڻ جي همت نه ڏاري سگهيو هئو. اهو انسان.... هڪ ڪماري هئي.

## (19)

لوڪل گاڏي اچي ڪرلا اسٽيشن تي بيٺي. اشوڪ پنهنجي ڊائريءَ ۾ هڪ شعر لکي رهيو هئو. اوچتو پليٽ فارم تان ڪنهن ڪيڪاريندي چيس، ”هيلو اشوڪ“ اشوڪ ڪنڌ کڻي ڏانهس نهاريو. ڪيڪار ڪندڙ نوجوان پاڻ جيڏن غير سنڌي ڪارن نوجوانن کي اٺ اٺ آنا ڏيئي چئي رهيو هئو، ”شاباس ٻيا ٻئي دفعي. هاڻ خيال سان اهو مال ٻاهر وڃي منهنجي ساٿيءَ کي ڏيو.“ وري اهو نوجوان گاڏيءَ ۾ چڙهي اچي اشوڪ جي پاسي ۾ ويٺو. اشوڪ پڇيس، ”موهن سيٺ، ڪهڙو حال آهي؟“

”مزيئي ويٺا آهيون توهان جي راڄ ۾.“ موهن کلي چيو، ”ڊائريءَ ۾ ڇا ويٺو لکين؟“ اشوڪ کان ڊائري وٺي هن اشوڪ جو تازو لکيل اڌورو شعر پڙهيو ۽ پڙهي هڪ ٽهڪ ڏيئي هن ان شعر کي زبان سان دهرايو:

”لال خون ويو پيلو ٿي ۽ ماس هڏن تان ويو سڪي،
ڏسي مونکي ٻک ۾ ماندو، پيٽ پنيءَ سان ويو لڳي،
ڪرت ڪينهي، ڪار ڪانهي، ڪونہ ڪو آهي قرار،
رنگ رنگي دنيا آ ليڪن، بي رنگو مان ڇا ڪريان؟“

شعر پڙهي موهن زور سان ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳو.

بدن ۾ جانٺو ۽ قدآور موهن اشوڪ جو هم ڪلاسي هئو. هو مئٽرڪ ۾ ناپاس ٿيو هئو. مگر هو خوش هئو. اشوڪ سوچڻ لڳو، ”موهن بہ ڪهڙو نہ عجيب ماڻهو آهي. ان ڏينهن جڏهن ڪوٺڙيءَ وارو دوست پڇن گڏيو تڏهن منهنجي شڪل ڏسي روئي ڏنائين- چيائين: هندستان اچي، ڇهن پنجن سالن ۾ تو پنهنجي شڪل ڪهڙي بنائي آهي؟ تنهنجي اها اکين جي چمڪ ۽ ٽهڪن جي گرجنا ڪٿي؟ تنهنجي پيشانيءَ ۾ اهي ريکائون ڪٿي، جنهن جي پٺيان تنهنجي

اتاهہ شڪتي کي ڏسي تنهنجا مخالفتي ساوا پيلا ٿي ويندا هئا؟ اشوڪ تون تہ جوان لڳين ٿي ڪونہ ٿو! تون تہ..... جوانيءَ ۾ ئي..... ۽ هن جو گلو پرجي ويو هئو ۽ هيءُ موهن؟.... نيڪ تہ آهي. ٿڪ نہ ڏيندو تہ ڇا ويهي ڳوڙها ڳاڙيندو؟ هن زماني ۾ پلا ڪير آهي جو ويهي سکن ۽ دکن کي ياد ڪري؟"
موهن ڊائريءَ جو هڪ ورق ورايو. لکيل هئو:

"زندگيءَ جي جنگ ۾، اڄ زندگيءَ جي هار آ،
هار جنهن ۾ ٿڪ ڏيئي، کلڻ پيي د شوار آ."

موهن ٿهہ ٿهہ ڪري کلڻ لڳو. ايتري قدر جو اکين مان پاڻي نڪري آيس. زور سان چيائين، "اشوڪ تنهنجي شعر ۾ زندگيءَ مٿان موت جي جيت نظر اچي رهي آهي."
"موت جي جيت؟"
"ها اشوڪ موت جي جيت. سچ اشوڪ تون هاڻ ان قسم جا شعر لکڻ بند ڪري ڪجهہ نئون لک. جنهن ۾ زنده دليءَ سان پريل زندگي هجي. مان شاعر ڪونہ آهيان مگر زبان تي سوين شعر ياد اٿم؛ هڪ ٻڌ:

"زندگيءَ ۾، زندگيءَ کي، موت سان ٽڪرائبو؛
پوءِ موت کي بہ، زندگيءَ ۾، زندگي بنائبو."

چار پنج وڏا ٽهڪ ڏيئي چيائين، "مونکي ڏس اشوڪ. مان ڪڏهن بہ ڪنهن جي اڳيان جهڪي هار نہ مڃيندو آهيان." پنهنجو ڏورو ڏيکاريندي چيائينس، "منو پاءُ روز ملائي کائيندو آهيان ۽ اڌ سير کير پيئندو آهيان."
"پاڻي توکي چاهي، پنهنجي هوٽل اٿيئي، تنهنجو پتا چار پنج سؤ رپيا تہ هر مهيني وينو ڪمائي. منهنجي پيءُ کي تہ نوڪري آهي ڪانہ. پيڻ آهي جا هر مهيني سٺ رپيا ڪمائي ٿي. مس مس اڄ مونکي ۽ منهنجي پيءُ کي نوڪريءَ جي گئرنٽي ملي آهي. ڄڳهہ نهي پيئي. جنهن ڏينهن نهي راس ٿي ۽ گنجين نهڻ جو ڪم شروع ٿيندو، تنهن ڏينهن ئي نوڪريءَ تي چڙهي ويندا سين. پگهار هڪ سؤ ڏهہ رپيا. پاڻي اها بہ هڪ نئين پاڙيسريءَ جي

مهرباني آهي.“

”يار توکي تہ رڳو پيون گٽرنٽيون ملن. مئٽرڪ پاس ڪٿي اٿيئي، مگر ڪمائي هڪ پائي بہ ڪونہ اٿيئي. مونکي ڏس، مئٽرڪ فيل آهيان، مگر زور ست اٺ رپيا ڪمائيندو آهيان.“ اشوڪ جي ڪلهي تي هٿ رکي زور ڏيندي چيائين، ”دوست! پانهون پڌي پيءُ جي ڪمائيءَ تي ڪاٽڻ؛ مان پنهنجي پيءُ جي بيعزتي ٿو سمجهان. اشوڪ تون بہ اک پٽ. دنيا کي جاچي ڏس. مونکي خبر آهي تہ تون بلڪل شريف آهين. مگر دوست هاڻ شريف ٿي رهي، شرافت سان دنيا ۾ هلڻ جو زمانو گذري چڪو آهي. اشوڪ جيڪڏهن تون بہ زندگيءَ ۾ ڪامياب ٿيڻ چاهين ٿو تہ شرافت کي ڇڏي ڏي. پڌ، اڄ جي دنيا ان جي چرنن ۾ جهڪندڙ آهي جو چار سؤ ويهہ آهي سمجهيہ؟ چار سؤ ويهہ.“ ايترو چوندي موهن جي شڪل ڏاڙهونءَ جي کل سمان ڳاڙهي ٿي ويئي ۽ اشوڪ موهن جي ان سرخيءَ کي ڏسي سوچي رهيو هئو. ”پيءُ جي ڪمائيءَ تي ڪاٽڻ جيڪڏهن پيءُ جي بيعزتي آهي تہ پوءِ پيڻ جي ڪمائيءَ تي.... نہ نہ... نہ نہ... مان شانتيءَ تي بار نہ ٿيندس. تہ هاڻ.... تہ هاڻ مان چار سؤ ويهہ تہ ڇا بلڪ اٺ سؤ چاليهہ.... ۽ اٺ سؤ چاليهہ تہ ڇا، سورهان سؤ اسي بہ ٿي ڏيکاريندس.“ مگر جڏهن هن موهن کان پئسن ڪمائڻ جو طريقو پڌو تڏهن هنجي ڏرن ڏڪي ويئي. ڪلياڻ مان ڪير جو پائوبر ڪٽي وجي بمبئي، ڪرلا، گهاٽڪوپر ۽ ٽاٽا ۾ وڪڻڻ، ٽي- سين وغيره سان نهي سرڪار جي منهن ۾ ذوڙ پائڻ ڇا رواجي ڪم هئو؟ ۽ ڪن ڪن حالتن ۾ پاهران لڪ چوريءَ آفيم وغيره نشيدار شيون آڻي سوين رپيا ڪمائڻ ڇا چرچو هئو؟ ۽ ان لاءِ جنهن دل جي ضرورت هئي اها ڇا اشوڪ جي سيني ۾ هئي؟ اشوڪ جي چهري تي پريشانيءَ جي جهلڪ ڏسي ٺهڪ ڏيئي موهن چيو، ”اشوڪ، تون اهو ڪم نہ ڪرين سگهندين. تنهنجو تہ ڪم آهي عشق محبت ڪرڻ. من جي پياس اڳيان پلا پيٽ جي بک جي ڪهڙي قيمت!“

”موهن! هيءَ ڇرين ڇا [illegible] يار [illegible] تہ منهنجو رو [illegible] آهي!“

"اڙي هل هل. جڻ تہ مونکي ڪجهہ خبر ئي ڪونهي. ٻيهہ کي بنائي ڏنو هوندءِ، مونکي نہ بنائي سگهندين، ڀلا مونکي ٻڌاءِ، تون ڇا راشنگ آفيس واري موهن ۽ کي پريم پتر نہ لکندو هئين؟"

اشوڪ چڙ ڪري پريندي چيو، "مگر ان جي خبر توکي ڪيئن پيئي؟"

"اشوڪ. جيستائين ماستر لالچند زنده آهي تيستائين اسان لاءِ پڙدي پويان پيار ڪرڻ ناممڪن آهي. خبر اٿيئي تہ مونکي مون بابت ڇا چيائين؟ چيائين موهن تون ڏاڍو ڪرڙجي پيو آهين. توکي مون ڪيترائي دفعا سيروءَ جي چونڪ ۾ ڇوڪرين سان گڏ ڏٺو آهي. ڪيترن مونکي ٻڌايو آهي تہ تون چرتر تان ڪري پيو آهين. ٻڌاءِ اشوڪ مان ڀلا ڪيس ڪهڙو جواب ڏيان؟"

اشوڪ جڻ غصي ۾ چيو، "آخر ماستر چرتر کي سمجهي ڇا ٿو؟ منهنجي خيال ۾ اها تنگ درشٽي آهي جيڪڏهن ڪير ڪنهن کي، ڪنهن ڪماريءَ سان گڏ ڏسي چوي ٿو تہ هو چرتر تان ڪريل آهي!"

موهن چيو، "اشوڪ اها هڪ حقيقت آهي تہ مان ڇوڪرين کي هڪ سگريٽ سمان ٿو سمجهان. ۽ اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ مان ڀنور وانگر هڪ گل جو واس وٺي ان کي جونو ڪري ٻئي گل طرف وڌندو آهيان. جيئن هڪ سگريٽ سان ٻي سگريٽ دکائبي آهي تيئن مان ۽ منهنجا ڪيترا ساٿي هڪ ٻئي سان پنهنجون پريتمائون مٽائي عيش ڪندا آهيون. نہ رڳو ايترو بلڪ انهن پريتمائن جي معرفت اسين ٻين بہ ڪيترين حسين نازنين جي خوبصورتيءَ جو سواد چکيندا آهيون. مگر ان هوندي بہ اسان دعويٰ سان چوندا آهيون تہ اسان جو چرتر دنيا جي تمام ماڻهن کان گهڻو اوچو آهي."

"اهو ڪيئن؟" اشوڪ گويا ڀوائتيون کائيندي پڇيو.

"ان ڳالهہ کي ثابت ڪرڻ لاءِ اسين پراچين ساهت جي هڪ ڪهاڻي چوندا آهيون. ماستر جڏهن منهنجي چرتر کي ڪريل سمجهو تڏهن مون اها ڪهاڻي چئي ماستر کي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ منهنجو چرتر صحيح معنيٰ ۾ ماستر کان گهڻو اوچو هو." موهن ڪهاڻي شروع ڪئي

روپي ۽ شنڪر بہ برهمچاري هئا. هڪ دفعي هو گروءَ جي آگيا سان

ڪنهن ٻئي شهر ڏانهن وڃي رهيا هئا. برساتي ڏينهن هئا. واٽ ويندي هڪ زبردست طوفان سان گڏ سخت برسات پوڻ لڳي. زور سان بادل گرجڻ لڳا ۽ وڄ ڪنوڻ لڳي. رستي تي هڪ ندي هئي. پاڻي تيزيءَ سان وهي رهيو هو. ان وقت نديءَ جي ڪناري هڪ خوبصورت جوان استري ويٺي هئي. هنن ٻنهيءَ کي نديءَ پار ويندو ڏسي ان استريءَ ٻنهي کي چيو، "اي مهاجنو! مونکي ندي پار ته پهچايو؟ آسپاس نه ڪو ملاح آهي ۽ نه ئي ڪا ڪشتي آهي. مان اڻ تارو. وچڙو به ضرور آهي. مونکي پار ته پهچايو؟"

شنڪر منهن ۾ گهنڊ وجهي رويءَ ڏانهن نهاريو. چاڪاڻ جو گروجيءَ هنن کي اپديش ۾ چيو هو ته برهمچاريہ جيون ۾ ڪنهن استريءَ کي ڇهڻ ته ڇا بلڪ ان جي چهري ڏانهن نهارڻ به پاپ آهي. شنڪر جي ان حالت تي هلڪو ٽهڪ ڏيئي رويءَ ان استريءَ کي پٺيءَ تي چاڙهي هٿ پير هلائي، خود ٻيڙي بنجي هن کي پار پهچايو. منزل تي پهچي ان استريءَ ٻنهي کي نمي نمسڪار ڪيو ۽ هڪ طرف ويندي رهي. روي ۽ شنڪر به اڳيان وڌيا. جڏهن تمام گهٽو اڳتي نڪري ويا تڏهن پريشان شنڪر ادير تي چيو، "روي! اڄ تو هڪ پاپ ڪيو آهي."

رويءَ پڇيس، "ڪهڙو متر؟"

شنڪر چيس، "اهوئي ته تو هڪ نوجوان ناريءَ کي جسم سان لڳايو آهي. ۽ برهمچاريہ موجب اهو وڏو پاپ آهي."

رويءَ ٽهڪ ڏيئي جواب ڏنس، "شنڪر. مون برابر استريءَ کي ڪلهي تي کنيو. کنيو ۽ ڪٺي ان کي نديءَ پار لاهي به ڇڏيو؛ مگر تون ته اڃان تائين ڪيس دماغ ۾ ڪٺي هلي رهيو آهين!"

موهن چوندو رهيو: اشوڪ. اها ڪهاڻي مون ماستر کي ٻڌائيندي چيو، "سائين ٻڌايو ته روي ۽ شنڪر مان ڪنهن جو چرتر مضبوط ۽ اوچو هئو؟"

ماستر مشڪي چيو، "رويءَ جو."

مون چيومانس، "توهان نيڪ ٿا چئو سائين. ساڳيءَ طرح منهنجو چرتر

توهان کان وڌيڪ مضبوط ۽ اوچو آهي. سوين ڇوڪريون منهنجي زندگيءَ ۾ آيون آهن. جن کي مون پنهنجي زندگيءَ ۾ آئي ڪٿي نہ ڪٿي لاهي ڇڏيو آهي. مون تہ ڪين لاهي ڇڏيو آهي مگر افسوس جو توهان ۽ توهان جا ساٿي اڃان تائين انهن سينن کي پنهنجي دماغ ۾ کڻي گهمي رهيا آهيو." اهو ٻڌي ماستر غصي ۾ لال ٿي ويو. "مان بہ ڪيس الجهن ۾ ڇڏي اڳيان وڌي ويس." موهن ٽهڪ ڏيئي چيو.

"تون اها ڪهاڻي ياد ڪري ڇڏ اشوڪ! پاڻ کي چرتر وان ثابت ڪرڻ لاءِ ان ڪهاڻيءَ جو ياد رهڻ تمام ضروري آهي."

"تنهنجي ان چرتر جي اوچائيءَ تي پهچڻ ۾ مونکي اڃان دير آهي موهن."

"ان ۾ دير جي ڪهڙي ڳالهہ آهي، تون اڄ بہ ان آستان تي پهچي سگهين ٿو."

اشوڪ سا‌ٰپيا جي پاؤ ۾ چرچو ڪندي چيو، "توکي سگريٽ تمام سستا ٿا ملن. مونکي تہ ملن ٿي ڪونہ ٿا."

"يار گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ سگريٽن جي بازار لڳي پيئي آهي ۽ تون آهين جو، توکي سگريٽ نٿا ملن."

"تهنجو مطلب؟"

"منهنجو مطلب ظاهر آهي. ٻڌ. اڄڪلهہ حسن تمام سستو آهي. ٻي ٻي ريٽي ۾ ڇوڪري وڪامي رهي آهي. گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ حسن جو سؤدو ٿي رهيو آهي. حسن جي بازار ۾ بہ چار چانديءَ جا سڪا ڦٽي ڪري ڏس تہ ڪيئن نہ ان سڪي جي سنگيت ۾ سوين نازنينيون اچي ٿيون مرن. ها! ڪماريون مگر سدا سهاڳڻيون!"

اشوڪ تيز ٿي چيو، "سدا سهاڳڻيون؟"

موهن نهڪ ڏيئي چيو، "بحث نہ ڪر. سمجهڻ جي ڪوشش ڪر. هجي ٿي دل تہ اڄ ٿي هل. چاندي منهنجي خوبصورتي تنهنجي. ڪيئن آهين تيار؟.... چو، تنهنجي پيشانيءَ تي هي ريکائون ڇو؟..... ڇٽن گهڙين جي

زندگيءَ ۾ بن گهڙين جي موج وٺي ڏس اشوڪ. مرڻو اوس آهي پوءِ ڇو نہ عيش عشرت ڪري مرجي؟ موت ڪان پوءِ جڏهن ڪجهہ آهي ئي ڪونہ تڏهن پوءِ نرڳ سرڳ، پاپ ۽ پنج جو ڊپ ڇا جو؟ . ڪلاس ۾ بحث ڪندي هڪ ڏينهن توبہ نہ ائين چيو هو نہ تہ پاپ ۽ پنج صرف اسان جي خيالات آهي، شيڪسپيئر بہ ائين ئي چيو آهي. هاڻ مونکي ٻڌاءِ جڏهن اسان ٻنهي جي خيالات ساڳي آهي تڏهن پوءِ مان جو ڪريان؛ اهو تون نہ ڪرين، ڇا اها تنهنجي زندگيءَ جي Tragedy (افسوس ناڪ حالت) نہ آهي؟"

اشوڪ ڪجهہ ويچاري چيو، "موهن! روشني جڏهن تمام تيز هوندي آهي تڏهن اکيون پيون ٻوٽبيون آهن. اِن ڪري ڪابہ چيز چٽي نظر نہ ايندي آهي ۽ ساڳيءَ طرح جيڪڏهن ڪجهہ اونداهي هوندي آهي تڏهن بہ ڪابہ چيز چٽي نظر نہ ايندي آهي. تنهنجي ۽ منهنجي خيالات ساڳي هوندي بہ تنهنجي ۽ منهنجي چرتر ۾ ڪٿي ايترو تہ تفاوت نہ آهي جيترو تمام تيز ۽ جهڪيءَ روشنيءَ جي مٿين گڻ ۾؟"

"مون تنهنجو مطلب نہ سمجهو. صاف صاف ٻڌاءِ ڇا تو چوڻ چاهين؟"

اشوڪ، موهن کي ٻنهيءَ جي چرترن ۾ تفاوت سمجهائيندي چيو، "اُشاڪال ۽ سنڌيا سمي ڌرتي ۽ آسمان جي بلڪل ساڳي حالت هوندي آهي. مگر هڪ طرف آهي ڏينهن جي شروعات ۽ ٻئي طرف رات جي. ٻنهي جي خيالات ساڳي هوندي بہ ڪٿي تو ۾ ۽ مون ۾ پريات ۽ سنڌيا جيترو تفاوت نہ آهي؟"

موهن گويا ناراض ٿي چيو، "ياٺي، تون آهين شاعر تنهنجيون ڳالهيون آهن نراليون. منهنجي ڳالهين کي پنهنجي چرتر تي حملو سمجهي نامعلوم ڇا جو ڇا چئي وٺين. مون تہ توکي اهوئي چيو جيڪو مان ڏسندو آهيان. تون شايد اهو نہ بہ ڏسندو هجين، ڇاڪاڻ جو تون زمين تي رهندين بہ آسمان ۾ اڏامندو آهين. تنهنجون اکيون هونديون آهن بند ان ڪري توکي ڪهڙي خبر تہ جتي تون رهين ٿو اتي ڇا ٿئي ٿو ۽ ڇا نہ. مون کي ٻڌاءِ. تو ڪڏهن اکيون کولي ڪئمپ جي زندگيءَ جو سچو چتر ڏٺو آهي؟ ڪڏهن ڪڏهن هڪ اک

ڪوليندو هوندين؛ مگر ان مان ڇا ٿيو؟ اشوڪ جيڪڏهن هڪ اک سان تون ڪئمپ جي ٺڙڪائو مکين پٺنچن جا ڪارناما ڏسين ٿو تہ ذرا ٻي اک کولي بيشرميءَ جو ننگو ناٽڪ بہ تہ ڏس نہ؟"

"بي شرميءَ جو ننگو ناٽڪ؟" اشوڪ چيو، "موهن! ان ڳالھ کي مان نٿو مڃي سگهان. مون پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ استريءَ جي زندگي ڏٺي آهي. مگر مون اتي ڏٺي پوترتا ۽ ڪوملتا، تازگي ۽ سڳنڌ. جنهن جي احساس ۾ وشواس ٿي ويو اٿم تہ جتي استري آهي، اتي موھ آهي، ممتا آهي ۽ تياڳ آهي." موهن جي هٿ کي زور ڏيندي چيائين، "ڪنهن سان ٻڌل ڳالهين تي منهنجو وشواس ڪمزور ٿيندو، اهو مها ڪٺن آهي. مگر جڏهن بہ، ڪنهن بہ حالت ۾ جي منهنجي ان وشواس ۾ پنهنجو پاڻ ڪمزوري پيدا ٿي تڏهن مان ويهن نهن جو زور لڳائي استري سنسار جي وچتر رچنا ۾ ٽپي پوندس ۽ ڏسندس تہ اتي موھ ۽ تياڳ آهي ڪين واسنا ۽ بي شرمي!"

## (20)

ميگھہ ملھار جي موسم ھئي. ھلڪي ھلڪي برسات وسي رھي ھئي. اشوڪ جيئن ئي شام جو سير ڪرڻ جي ويچار کان گھر کان ٻاھر نڪري ڪجھہ اڳيان وڌيو تيئن ھڪ خوبصورت ڪماري گڏيس، جا ھڪ ھنڌ بيھي پڇي رھي ھئي، ”توھان کي ليکڪ اشوڪ جي گھر جي خبر آھي؟“

اشوڪ ھن کي پنھنجي پيڻ جي ساھيڙي سمجھندي چيو، ”اجھو ھو آتو. ٻڙ جي وڻ جي پاسي ۾!“

ائين چئي ھو اڃان ٿورو اڳيان وڌيو مس تہ ڪماريءَ ٻيو سوال ڪيس، ”توھان اشوڪ کي سڃاڻو؟“

”توھان کي ڪنھن ۾ ڪم آھي؟ اشوڪ ۾ يا اشوڪ جي پيڻ ۾؟“

ڪماريءَ مشڪي چيو، ”جي، صرف اشوڪ ۾!“

اھو ٻڌي اشوڪ جي چھري تي ھڪ قسم جي رنگيني دوڙي آئي. ھن سياويڪ نوع ۾ چيو، ”ان لاءِ سندس گھر وڃڻ جي ڪشٽ وٺڻ جي ڪا ضرورت ڪونھي. اشوڪ اوھان جي سامھون آھي.“

”اوہ!.... تہ توھان ئي ليکڪ اشوڪ آھيو؟...“

اشوڪ ڪيس وچ ۾ ڪٽيندي چيو، ”اشوڪ؛ ”توھان“ تہ بلڪ ”تون“ آھي. تون بہ ڪيس تون چئہ!“

ڪماري ھلڪو ٽھڪ ڏيئي چيو، ”جيڪو سوچيو ھوم؛ سوئي ڏٺم.“ ٿورو رڪجي چيائين، ”منھنجو مطلب آھي تہ ليکڪ ۽ شاعر گنڀير ھئڻ جي پيٽ ۾ اڪثر مذاقي وڌيڪ ٿيندا آھن. تنھنجي ڳالھائڻ جو نمونو بہ ذرا اھڙو ئي آھي.“

”معلوم ٿو ٿئي تہ توکي ليکڪن ۽ شاعرن جي مزاج جي چڱي خبر آھي. خير- تہ فرماءِ- تنھنجو ڪو ڪم؟“

”جي مونکي توکان ٻه چار سوال پڇڻا آهن.“

اشوڪ مشڪي چيو، ”معاملو ڪجهه عجيب مگر دلڪش ٿو معلوم ٿئي. سوچيان ٿو آخر اهي ڪهڙا سوال ٿي سگهن ٿا، جنهن لاءِ تون غير واقف هوندي به مونڏانهن آئي آهين.“ ڪماريءَ ڪي هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو ڏسي چيائين، ”مگر اهي سوال پڇنديننءَ ڪٿي؟ گهر ۾ يا ٻئي ڪنهن هنڌ؟“

”جتي به تنهنجي مرضي.“

اشوڪ گهور ڪري ڪماريءَ ڏانهن نهاريو. ڪماري گويا اڪنڊ سماڌيءَ مان اٿي آئي هئي. تپسوين جي اکين جيان ڪماريءَ جي نيڻن ۾، مسڪراهٽ سان ڀريل شوخي ڏسي، اشوڪ جي ذهن ۾، جتي هڪ قسم جي اونده هئي؛ روشني ڦهلجي ويئي.

امنگن ۾ اچي اشوڪ ڪيس وٺي ويو پاسي وارن سرسبز کيتن جي وچ ۾. جتي وهڻ لاءِ ڪيترائي وڏا پٿر پيا هئا. هلڪي هلڪي برسات اجان به پئجي رهي هئي. اوسي پاسي ڪير به نه هئو. صرف وڏا وڏا ڇانورن جا سنگ، جي هوا ۾ جهومي رهيا هئا. ٻيئي هڪ ٻئي جي سامهون ويٺا. اشوڪ جي، مسڪراهٽ سان ڀريل گنڀير چهري ڏانهن نهاري ڪماريءَ چيو، ”مونکي تنهنجي ڪهاڻين بابت هڪ شڪايت آهي جا•مان دور ڪرڻ آئي آهيان. مان تنهنجي ڪهاڻين ۾ آدرشپڻو تمام گهڻو ڏسندي آهيان. مان توکان صرف اهو پڇڻ ٿي چاهيان ته تنهنجي ڪهاڻين جا اهي ڪردار رهندا ڪهڙي سنسار ۾ آهن؛ جي سماج جا مسئلا حل ڪرڻ لاءِ قسمين قسمين قربانيون ڏيندا نظر ايندا آهن؟“

اشوڪ مشڪي چيو، ”جي آهن نه، ته پيدا ٿي ويندا. ساهت ئي ته رام ۽ ڪرشن، مارڪس ۽ لينن، گانڌيءَ ۽ نهروءَ جهڙا انسان پيدا ڪرڻ جو مکيه وسيلو آهي.“

”مگر تنهنجي ڪردارن ۾ ايترو ته آدرشپڻو هوندو آهي جو اهي مونکي غير حقيقي پيا ڀاسندا آهن. انهن جو درجو تون ايترو ته بلند رکندو آهين جو رواجي انسان جو ان درجي تائين پهچڻ ئي ناممڪن ٿيو پوي. اِن جو نتيجو اِهو

ٿو نڪري جو اِنهن ڪردارن جي ڪنهن به ڪاريہ جو؛ سماج تي ڪو اثر ڪونهي. ڇاڪاڻ جو هو صرف آدرشي ڪردار آهن. سماج جيڪڏهن ڪهاڻين ۽ قصن جي آدرشي ڪردارن کي ڏسي، انهن جي نقش قدم هلي ها تہ پوءِ توکي ٿپ ٿپ تي رام ۽ ڪرشن، مارڪس ۽ لينن ۽ گانڌي ۽ نهرو نظر اچن هان. سچ تہ رام يا ڪرشن وغيره سمان بنجڻ؛ يا ڪهاڻين ۾ بنائڻ لاءِ، انهن جي اوچي درجي تي پهچائڻ لاءِ اهڙا موقعا ۽ وسيلا پيدا ڪرڻ تمام ضروري آهن جن جي وسيلي وچي اُن اوچي منزل تي پهچجي. جيڪڏهن ڪوبہ ساهتڪار رام يا ڪرشن وغيره سمان بنجڻ جا موقعا ۽ وسيلا نہ ڏيکاري بہ پنهنجين رچنائن ۾ اهڙا ڪردار پيدا ڪندو تہ پوءِ اُن جو سماج تي ڪو اثر ڪونہ ٿيندو. انهن ڪردارن ۾ نہ اصليت هوندي ۽ نہ گهرائي. ۽ اِن قسم جا ڪردار پڙهندڙن تي موڙگو ٿي اُلٽو اثر وجهن ٿا. پڙهندڙن جي اندر ۾ پنهنجو پاڻ اِهو اثر ويهجي ٿو وڃي تہ رام ۽ ڪرشن وغيره جا چرتر تہ صرف خيالي آهن. جيڪي فقط ڪتابن کي خوبصورت بنائڻ لاءِ پيدا ڪيا ويا آهن ۽ جن جو آستان بہ صرف انهن ڪتابن ۾ ئي آهي."

اشوڪ واتڙو ٿي ويو.

ڪماري هڪ عجيب نموني مسڪرائي چيو، "مون کي ٻڌاءِ اشوڪ، انهن ڪردارن جو خود توتي ڪهڙو اثر آهي، جي پنهنجين ڪهاڻين ۾ تو پاڻ پيدا ڪيا آهن ۽ جي سماج جا مسئلا حل ڪرڻ لاءِ وڏيون وڏيون قربانيون ڏيندا نظر ايندا آهن؟ شخصي طرح ڪنهن نر آتار جو آتار ٻڌجي؛ ڪنهن جي زندگيءَ جو سهارو ٻڌجين وڃين، ايتري طاقت آهي تو ۾؛ ذرا مان بہ تہ ٻڌان؟"

ڪنهن اڻ ڄاتل پيڙا ۾ وياڪل ٿي اشوڪ چيو، "ان سوال جو جواب تہ صرف وقت ڏيئي سگهي ٿو."

"يلا ٻڌاءِ: زندگي وهندڙ ندي آهي يا بيٺل تلاءُ؟"

"وهندڙ ندي!"

"تہ پوءِ تو پنهنجي زندگيءَ کي بيٺل تلاءُ ڇو بڻايو آهي؟"

"بيٺل تلاءُ! ڪو ثبوت؟"

"معاف ڪج. ڇا تو ڪڏهن آرسيءَ ۾ پنهنجي چهري ڏانهن گهور ڪري نهاريو آهي؟"

"ان سوال پڇڻ جو مطلب؟"

"مطلب اهو آهي تہ تنهنجي پيشانيءَ جون ريکائون خود ٻڌائي رهيون آهن تہ تنهنجي زندگيءَ جو چڪر بيهجي ويو آهي."

اشوڪ اڌير ٿي ترڙندي چيو، "اي ڪماري.... سچ ٻڌاءِ تون ڪير آهين ۽ مون بابت تون ڇا ٿي ڄاڻين؟"

"مان ڪير آهيان؟.... مان آهيان ڪماري. ڪملا جي مکيہ ساهيڙي. ڪملا کي شايد تون نہ سڃاڻين. اها ڪملا ان ڇوڪريءَ جي ساهيڙي آهي جنهن کي تون پيار سان بينا ڪري پڪاريندو آهين." طنزي نوع ۾ چياين، "جنهن کي تون هميشه هميشه لاءِ پنهنجو بنائڻ لاءِ ٻہ پريم پتر لکيا مگر پوءِ پريکيا جي-وقت کيس ترم جي پيڻ بنائيہ ۽ پوءِ وري ڦرٽي ڪائي ڏنل وچن جو تياڳ ڪيئہ!"

واقفيت واري جواب جو پهريون اڌ حصو ٻڌي اشوڪ گويا آسمان ۾ اڏامڻ شروع ڪيو مگر پوءِ پوئين حصي جي اثر سندس ڪلپنائن جا پنک ڪٽي ڇڏيا ۽ هو باهہ لڳل هوائي جهاز جيان اچي زمين تي نڪاءُ ٿيو.

اشوڪ جي چهري تي، سندس دل تي لڳل گهري چوٽ جا پاڇ ڏسي ڪماريءَ گنڀير ٿي چيو، "تنهنجي بينا پهرين منهنجي بہ ساهيڙي هوندي هئي مگر هاڻ هن مون سان ساهيڙپ جو نالو ٽوڙي مونسان ڳالهائڻ بند ڪيو آهي ۽ اهو ان ڪري ڇاڪاڻ جو مان ڪملا جي گهري ساهيڙي آهيان. ڪملا ڪير آهي؛ هاڻ اهو ٻڌ. موهنيءَ ڏانهن تنهنجا لکيل خط پڙهي هوءَ توکي ڏسڻ لاءِ ڏادو ترڙڻ لڳي. مگر جڏهن هن ڏٺو تہ تو طرف، موهنيءَ جي ڪا دلچسپي ڪانهي، هن خود توکي، بنا ڏٺل هوندي بہ پنهنجي هردي مندر جي سنگهاسن تي براجمان ڪيو. مگر هوءَ پنهنجي پريم جو اظهار ڪري نہ سگهي.

"هوءَ پڻ موهنيءَ واري آفيس ۾ ڪلارڪ هئي. اوچتو هن کي نوڪريءَ کان جواب مليو؛ ڇو تہ آفيس جي نون قائدن موجب سيني مشترڪ تائين

پڙهيلن کي ڪڏي گهٽ ۾ گهٽ مئٽرڪ پاس ڪيلن کي نوڪريءَ ۾ رکيو ويو. ڪملا کي پيءُ ڪونهي. ڪيس چار ڀائر آهن جي چاريئي اسڪول ۾ پڙهندڙ آهن. هاڻ ٻڌاءِ ته بيروزگاريءَ ۾ ڇهن ڀاتين جو خرچ ڪٿان اچي؟

ڪملا پاس ڪدائي بمبئي ويندي رهي. مگر نوڪري ڪٿي؟ اوچتو هڪ ساهيڙيءَ جي معرفت هڪ نوجوان واقف ٿي، هن جي زندگيءَ ۾ اچي ويو. محبت ۾ انجام و اقرار ڪيا ويا. نوجوان شاديءَ جو واعدو ڏنو ۽ موٽ ۾ مليس ڪملا. ۽ ڪملا پنهنجي من کي ماري پنهنجو پاڻ، سڀ ڪجهه ان نوجوان جي ارپڻ ڪري ڇڏيو. هن گهر ڇيو ته ڪيس نوڪري ملي هئي. ۽ اها به روزاني پگهار تي. هوءَ انهن پئسن سان گهر جو خرچ هلائڻ لڳي جي ڪيس ان نوجوان وٽان ملندا هئا. ڪملا نٿي چاهيو ته هن جا ڀائر اسڪول نه پڙهن. نه هو ننگا بکيا ڦرندا رهن. صرف ان ڪري هن پنهنجو پاڻ ان نوجوان جي ارپڻ ڪري ڇڏيو ۽ نوجوان لئي ڇڏي سندس زندگي. اشوڪ...." چوندي چوندي ڪماريءَ جو گلو پرجي آيو.

"مگر ڇا ڪماري؟"

"مگر اهو نوجوان اڳ ۾ ئي شادي ڪيل هو. هو هن جي زندگيءَ ۾ آيو ۽ اچي سندس سڀ ڪجهه لٽي ويندو رهيو. ڪملا جي زندگي برباد ٿي ويئي.

"گهر ۾ سيني کي بک ۾ تڙڦندو ڏسي هن هڪ ٻئي کي زندگيءَ ۾ آندو هو ۽ مهينو به رهي ائين ڇٽي نڪري ويو ته هن جو مڱڻو ٿيل آهي. نوجوان چيس: 'ڪملا مان مجبور آهيان، مگر ڇا ڪريان؟ مون کي هڪ جوان ڀيڻ آهي. مونکي ٻڌاءِ، بنا ڏيتي ليتيءَ جي ڪير ان سان شادي ڪندو؟ مون کي ڏيتي ليتيءَ ۾ پنج هزار ملي رهيا آهن مگر سچ ڪملا مان ان مان هڪ پئسو به نه ڪٽندس. مان اهي سڀ رپيا پنهنجي ڀيڻ جي شاديءَ ۾ ڪم آڻيندس.'

"ڪملا چيس، 'توکي جيڪڏهن ائين ئي ڪرڻو هو ته پوءِ تون منهنجي زندگيءَ ۾ آئين ڇو؟ ڇو منهنجي پنيان جام رپيا لٽائڻ؟ ڇو ڪين ٿي تو اهي رپيا پنهنجي ڀيڻ جي شاديءَ لاءِ ميڙيا؟ توکي پنهنجي ڀيڻ جي شاديءَ جو ايترو

خيال هو تہ پوءِ ايتري لاپرواهي ڇو؟'

"نوجوان لاجواب هو. مگر هن کي ان جي ڇنتا ئي ڪهڙي؟ هو مرد هو. مرد کي ڪهڙي پرواه؟ ڪملا ٻن مردن کي آزمايو. جن مان هڪ نڪتو پرٿيل تہ ٻيو مگيل. ڪملا هاڻ مردن لاءِ عيش عشرت جو وسيلو ٿي پيئي. هاڻ هوءَ انهن استرين جي سنگ ۾ اچي ويئي جن جي ڪرڻ جا ڪارڻ ڪٿي کهڙا بہ هئا مگر بظاهر اهي بدچلن هيون. خبر ناهي تہ انهن ۾ ڪملا جهڙيون ڪير ۽ ڪيتريون هيون. ڪملا کي تہ هڪ ساٿيءَ جي ضرورت هئي. هڪ ان ساٿيءَ جي ضرورت جيڪو هن جا دک، هن جا مسئلا، پنهنجا دک، پنهنجا مسئلا ڪري سمجهي. ڪيترا نوجوان هنجي زندگيءَ ۾ آيا. سيڪڙو انجام و اقرار ڪياڻون. مگر سڀ جا سڀ نڪتا عيش پرست. هو ڀنور جيان آيا ٿي ۽ اچي نازڪ ڪليءَ کي جوئو ڪري ويا ٿي. هو اچن ٿا ۽ وڃن ٿا. اهو هنن جو نيم آهي ۽ اهو ڪملا ڄاڻي ٿي."

"جڏهن ڄاڻي ٿي تہ مرد ڀنورن جيان بيوفا آهن تڏهن پوءِ انهن مان وفا جي اميد رکڻ جو مطلب؟"

"ساڳيو سوال مون بہ پڇيومانس. جواب ۾ چيائين؛ ڪماري، ڪڏهن ڪڏهن ڪو ڀنور ڪليءَ جي واس ۾ ايترو تہ مگن ٿي ويندو آهي جو ڪيس خبر ئي ڪونہ پوندي آهي تہ جنهن ڪليءَ جي پنکڙين جي وچ ۾ ويهي هو رس-آنند ۾ مدهوش ٿي ويو آهي، انهن ڪليءَ پنهنجا پنک؛ مرڪز طرف ورائي ڪيس مرڪز ۾ قابو ڪري ڇڏيو آهي. تہ هاڻ هو بيوس آهي. تہ جيستائين ڪليءَ پنهنجا پنک نہ پکيڙيا آهن تيستائين هو ڪليءَ وٽ ئي رهندو. هن ڪان الڳ ٿي نہ سگهندو." ڪماريءَ چيو، "ڪلي ۽ ڀنور جي ان ميل جو آدرش رکيو آهي ڪملا پنهنجي جيون ۾ ۽ پنهنجي جيون کي هن سمجهيو آهي ڪليءَ جي پنکڙين جي ورڻ ۽ ترڻ جي وچواري سمي سميان."

"مگر تو تہ چيو هو تہ هن مونکي پنهنجو....."

ڪماريءَ وچ ۾ ئي چيو، "ديوتا بنايو آهي. نيڪ آهي. هوءَ هاڻ بہ توکي پائڻ لاءِ بيچين آهي."

اها ڳالهہ ٻڌي اشوڪ جي آتما پيانڪ نموني ڪنبي ويئي.

مگر ڪماري تہ روئي رهي هئي. ۽ نامعلوم ڇو اشوڪ جي بہ اکين مان ڳوڙهن جي ورڪا شروع ٿي ويئي. ڪيتري ئي وقت تائين ڪماري روئي رهي هئي. اشوڪ روئي رهيو هئو ۽ روئي رهي هئي ڪائنات.

لنبيءَ خاموشيءَ کان پوءِ اشوڪ چيو، "ڪماري".

"جي."

"توکي تہ خبر هوندي تہ مون پنهنجي جيون ۾ صرف هڪ کي پريم ڪيو آهي. مگر ڪمال اِهو جو هن سان ملڻ تہ دور رهيو مگر هڪ لفظ بہ نہ ڳالهايو آهي."

"مونکي خبر آهي."

"نامعلوم ڇو اڄ دل ۾ هڪ چاهنا ترقي اٿي آهي. ٻڌاءِ تہ ڪماري، جي ڪملا چاهي تہ ڇا هوءَ موهنيءَ کي هڪ دفعو مون سان ملائي سگهندي؟"

نہ اشوڪ. ڪملا جي چرتر بابت ڳالهيون ٻڌي، موهني ڪملا سان ڳالهائڻ تہ دور رهيو مگر ہ . .س شڪل ڏسڻ بہ پاپ سمجهي ٿي."

"پاپ!"

"ها اشوڪ پاپ. هڪ ڏينهن تہ هن هڪ ساهيڙي کي اٿين بہ چيو تہ؛ "ڪملا کي هن سنسار ۾ جيئڻ جو ڪو اڌيڪار ڪونهي. سندس ان جيئڻ کان پاڻ ماري هڇا ڪرڻ لک بار بهتر آهي. آپگهات بيشڪ مهاپاپ آهي. مگر اهو مهاپاپ اخلاقي طرح مرڻ واري پاپ کان ڪنهن بہ حالت ۾ 'مها' نہ آهي."

اشوڪ شانت رهيو. منٿ کن ترسي ڪماريءَ چيو، "اشوڪ! توکي خبر آهي تہ ايندڙ پورنماسيءَ جي رات موهنيءَ جي شادي آهي؟"

"موهنيءَ جي شادي! تون هيءَ ڇا چئي رهي آهين ڪماري؟"

"مان ٺيڪ چئي رهي آهيان."

"مگر ڪنهن سان؟"

"هڪ موهن نالي واري جوان سان."

"موهن!..... ڪهڙو موهن؟..... ڇا هيءُ موهن اهو موهن تہ نہ آهي جنهن جي پيءُ کي ڪرلا ۾ وڏي هوٽل آهي؟"

"ڪرلا ۾ هوٽل!" ڪماري کلڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، "نہ، نہ اشوڪ! هيءُ موهن ٻيو موهن آهي. موهن بي– اي. تون سندس پتا کي چڱيءَ طرح سڃاڻين صرف ٿورو ياد ڪر... چڱو ٻڌ ٻلا..... هيءُ موهن اٿيئي ماستر لالچند جو وڏو پٽ!"

"ماستر لالچند جو پٽ!" اشوڪ جي پيرن هيٺان گويا ترتي کسڪي ويئي. چياٺين، "سچ ٻڌاءِ ڪماري تون چرچو تہ نٿي ڪرين؟"

"نہ اشوڪ مان چرچو ڇو ڪنديس؟ ڇا مان تو وٽ چرچا ڪرڻ آئي آهيان؟ مان تہ صرف ٻن ڳالهين لاءِ تو وٽ آئي آهيان. هڪ ڳالهہ پڇڻ ۽ هڪ ٻڌائڻ. پڇڻ واري ڳالهہ جو تعلق هو ساهت سان ۽ ٻڌائڻ واريءَ ڳالهہ جو ڪملا سان. مگر جنهن ڳالهہ تو طرف اچڻ واري سنڪوچ کي ناس ڪيو اها آهي موهنيءَ جي شادي."

"ڪماري، تون مون وٽ آئي آهين ان ڳالهہ تي مون کي سچ پچ خوشي آهي. مگر تو هيءُ ڇا ٻڌايو؟..... ڪماري..... اها هڪ حقيقت آهي تہ مان موهنيءَ کي رتي ماتر بہ پيار نٿو ڪريان مگر مون هن سان پيار ڪيو ضرور هو. ڪماري... ڪماري مان ڇا چوان؟..... نہ نہ..... مونکي ڪجهہ نہ چوڻ گهرجي... ... ڪجهہ نہ چوندس! جڏهن موهنيءَ کي شادي ڪرڻي ئي آهي تہ پوءِ ڪجهہ چوڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي؟.... مگر ڪماري.... ڇا توکي اها خبر آهي تہ اها ني ڪيئن رهي آهي؟ تہ اها شادي پيار جي شادي آهي يا رواجي شادي؟"

"اها شادي؟..... رواجي شادي آهي اشوڪ! صرف ايتري خبر اٿم تہ شروع شروع ۾ ماستر لالچند موهنيءَ جي پيءُ کي تو خلاف ڏاڍو برغلايو تہ تون آواره ٿي پيو آهين. تہ توکي پنهنجي زندگيءَ جي ڪا پرواه ڪونهي؛ جيڪو پنهنجي پرواه نٿو ڪري سو ٻين جي ڇا ڪندو. موهنيءَ جي شادي ڪرائي ڇڏيو تہ وجي ساهري سکي ٿئي ورنہ ڪيس اشوڪ جان ڪان ماري

چڙهيندو. ڪلهه وچن ڏنائين؛ اڄ ٽوڙي ڇڏيائين، سيان جي ڪجهه ڪري ويهي ته اِن ۾ شڪ ٿي ڪهڙو؟" ڪماري ڇوندي رهي، "موهنيءَ جي پيءُ ڪي اها ڳالهه چيي ويئي. هو پريشان ٿي ويو. ڪيترا ڏانهن ان ڳالهه تي غور ڪيائين، ۽ پوءِ ڇوڪري جي کوج ڪيائين. آخر سندس نظر ماستر لالچند جي پٽ تي پيئي، جنهن تازو بي- اي پاس ڪئي هئي. ڪنهن ريت فيصلو ٿي ويو. ڏيتي ليتيءَ جي مسئلي کي منٽن ۾ حل ڪيو ويو. موهنيءَ پيءُ ماستر لالچند کي ڏهه هزار ڏيڻا ڪيا آهن. ڪپڙا، سونو وغيره الڳ!"

"۽ موهني؟"

"۽ موهني ڇا؟" ڪماريءَ چيو، "موهنيءَ کي ڪهڙو اعتراض؟ هن ته توکي ڪڏهن پيار ڪيو ئي ڪانهي. هن جو ڇوهه آهي ته هنجي توسان صرف همدردي آهي ۽ بس!" ائين چئي ڪماري اٿي کڙي ٿي ۽ غم جي طوفان کي سيني ۾ روڪي، دل تي پٿر رکي عجيب نوع ۾ چيائين، "اشوڪ! توکي سمجهڻ لاءِ، موهنيءَ کي نامعلوم گهڻا جنم وٺڻا پوندا. تون ته موهنيءَ کي سمجهي وئين مگر موهني توکي سمجهي نه سگهي. مگر اشوڪ..... جنهن توکي سمجهو آهي ڇا تون ان کي ڪڏهن به نه سمجهندين؟ موهنيءَ کي ته تون پائي نه سگهئين، مگر ڇا تون چاهين ٿو ته ڪو توکي نه پائي؟ ۽ اهو ڇا ضروري آهي ته جي هيون؛ هڪ کي نه پائي، ته ٻيون؛ ٻئين کي نه پائي؟ ٿورو سوچ اشوڪ."

اشوڪ کي نرجيو پٿر جي مورتي جيان اچل ۽ استر ڏسي ڪماريءَ چيو، "ته چڱو مان هلان ٿي!" ۽ پوءِ ٻئي هٿ جوڙي، اشوڪ کي نمسڪار ڪري، هڪ طرف وڏي ڇانورن جي سنگن پويان، اشوڪ جي نگاهن ڪان الوپ ٿي ويئي. اشوڪ ڪيس ڏسندو رهيو.

ان کي؛ جنهن هن جي دنيا ۾ زلزلو مچائي ڏنو هئو.

## (21)

ڪماري ڪير هئي، ڇا هئي، ڪٿي رهندي هئي ۽ ڇا ڪندي هئي؛ ان جي اشوڪ کي ڪا خبر ڪونہ هئي. هڪئي ڪماري (Miss) هنجي ويجهو آئي هئي ۽ جا ويئي تہ وڃڻ سان اشوڪ جو صبر، آرام ۽ سڀ ڪجهہ کڻي ويندي رهي.

اشوڪ ڏسندي ئي رهيو هئو. سوچيندو ئي رهيو هئو تہ ڪماري جڏهن ڇانورن جي سنگن پويان ٿي هئي تڏهن هن زور سان سِسڪيون ڇو پريون هيون ۽ هاڻ اهو سوچي تہ هو هن کان پڇي ئي رهندو تہ هوءَ ڇا ۽ ڪير آهي. تہ هوءَ گهڙيءَ گهڙيءَ روئي ڇو رهي هئي. تہ هن جي ڪلڻ ۾ بہ رئڻ ۽ مرڪڻ ۾ درد جي پرڇائين ڇو هئي.

اهو سوچي هو ان طرف ڀڳو جنهن طرف ڪماري ويئي هئي. مگر هاڻ دير ٿي چڪي هئي. ڪماري نامعلوم ڪيڏانهن ويئي هئي. هو نراش ٿي پويان موٽيو. زندگيءَ ۾ هو ڪيترا دفعا ڪيترن طرف وڌيو هئو، مگر هميشه نراش ٿي موٽيو هئو. هن موهنيءَ کي پيار ڪيو؛ مگر موٽ ۾ مليس اپمان ۽ ٺوڪر. هن کي ڪملا پيار ڪري رهي هئي. مگر هوءَ اوڙاه ۾ هئي. اوڙاه ڏانهن وڃڻ جي هن وقت نہ اشوڪ ۾ طاقت هئي ۽ نہ هن وري ڪا ضرورت ٿي محسوس ڪئي. هڪ ڪماري ٿي هئي جيڪا اشوڪ جي ڪلپنائن سان ٺهڪي آئي. مگر جنهن جي هر ويچار، هر ڳالهہ ڪيس ڪملا طرف ڌڪيو ٿي.

هو هڪ وڏي پريشانيءَ جي ڄار ۾ الجهي ويو. هن جي سامهون ٽي استري چرتر هئا. جن مان موهني ۽ ڪملا بنه هڪ ٻئي جي اُبتر. باقي ڪماري اها سندس اندازي کان دور هئي.

اِنهن ٽنهي چرترن تي آلوچنا تِمڪ ويچار ڪرڻ لاءِ اشوڪ ننڍڙي نديءَ جي ڪناري اچي، انبڙين جي وڻ هيٺان پيل هڪ وڏي پٿر تي ويٺو. سنڌيا

ٽيڻ واري هئي. هلڪي هلڪي برسات بہ تيز روپ ڌارڻ ڪيو هئو. مگر اشوڪ کي اُن جي ڪهڙي پرواهہ؟ دل ۾ ڌڌڪا ڪاهي پڙڪيل آگ جي گرميءَ اڳيان پلا برسات جي سرديءَ جو ڪهڙو اثر!

اوچتو اشوڪ کان ڇرڪ نڪري ويو. هن ڏٺو تہ اٽڪل پندرهن سالن کن جو هڪ ڇوڪرو سندس پاسي کان ڀڄي رهيو هئو. ڇوڪرو ان نموني ڀڄي رهيو هئو، جيئن ڪو ماڻهو ڪو گناهہ ڪري ڀڄندو هجي ۽ جنهن جي پويان، ڪيس پڪڙڻ لاءِ ڪو ڪاهي پيو هجي. ڇوڪرو نديءَ جي ڪناري کان رستي طرف ڀڄي رهيو هئو. رستي تي، هڪ وڻ جي آڌار تي بيٺل سائيڪل وٽ پهچي ان ڇوڪري هڪ دفعو پٺيان ڪنڌ ورائي اشوڪ ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ يڪدم سائيڪل تي سوار ٿي تڪڙو تڪڙو هڪ طرف ڀڄي ويو. ۽ اشوڪ عجب مان اُن ڇوڪري ڏانهن نهاريندو رهيو.

شاهي پٿر تي ويهڻ مهل الائي ڇو اشوڪ جي ذهن ۾ جوڳي مهراج جي تصوير ابري آئي هئي. ان جوڳيءَ جي تصوير، جنهن ڪانئس شراب جي بوتل ورتي، ان بوتل ۾ موهنيءَ جي روح کي گهرايو هئو ۽ جنهن جوڙ، ضربون، وندون، ڪٽون وغيره ڪري اشوڪ کي چيو هئو تہ ڪيس موهني ملنديءَ مگر برسات کان پوءِ. مگر هاڻ "برسات کان پوءِ" کان اڳ ئي موهني ٻئي جي ٿي رهي هئي. مگر هاڻ اشوڪ جي خيالن جو ڪنڌڻ ٿي ويو.

ڇوڪري کي ڪنهن پڪڙجندڙ گناهگار جيان ڀڄندو ڏسي هو تعجب ۾ پئجي ويو ۽ جيئن ئي هن ڪنڌ ڦيري نديءَ طرف ڪيو تيئن وري هڪ ٻيو ڇرڪ نڪري ويس. نديءَ ڪناري، پاڻيءَ ۾ پيل ٻن وڏن پٿرن جي وچ ۾، هڪ اڇي ڳنڍڙي اٽڪي، پٿر سان ٽڪرجندڙ پاڻيءَ جي لهرن ۾ هيٺ مٿي ٿي رهي هئي.

اشوڪ ٽپ ڏيئي اٿيو ۽ اڇي ڪناري تي بيٺو. برسات تيز هئي. هن هڪ نظر چوطرف ڦيرائي. اردگرد جي فضا ۾ ڪير بہ نہ هو. هو آهستي آهستي پاڻيءَ ۾ گهڙيو ۽ هٿ وڌائي ڳنڍڙيءَ کي ٻاهر ڪڍيائين. مگر جيئن ئي هن ڳنڍڙيءَ کي ٻاهر ڪڍيو تيئن ئي ڏڪجي وڃي پري پيو.

ڳنڍڙيءَ مان زهري بانس اچي رهي هئي.

همت ڪري هن ڳنڍڙي کولي. ڳنڍڙيءَ ۾ نامعلوم ڇا هڪ چادر ۾ ويڙهيل هئو. هڪ چادر لاٿائين. ٻي لاٿائين. ٽين لاٿائين. سڀ ڄڻ خون ۾ ٻڏل هيون. بانس وڌي رهي هئي. چوٿينءَ چادر ۾ پيو هئو برساتي ڪوٽ ۽ برساتي ڪوٽ ۾ ويڙهيل هڪ تازي ڇاول ٻار جو لاش.

اشوڪ کان هڪ وڏي چيخ نڪري ويئي. هو لاش کي اتيئي ڇڏي اٿيو پڳو جيئن ڪجهه منٽ اڳ هو ڇوڪرو ڀڄي رهيو هئو. برسات تيز هئي. چوڌطرف پاڻيءَ جا ڍُبا ٿي ويا هئا. گپ ۽ ترڪڻ لڳي پيئي هئي. اوچتو اشوڪ جو پير ترڪي ويو ۽ هو ڦان ٿي وڃي ڌرتيءَ سان سٽيو. ڪرڻ سان سچو گپ سان ڀرجي ويو. هو ٿر ٿر ڏڪي رهيو هئو. سندس دل ڌپ ڪان ڪنبي رهي هئي. هو آهستي آهستي اٿي ويٺو. اوچتو هنجي ذهن ۾ پڙلاءُ پيو.

"دادا."

هاڻ اشوڪ جي رهي کهي طاقت به ويندي رهي. روشني غائب ٿي رهي هئي ۽ انسان گڏ اشوڪ جي همت به.

وري به ذهن ۾ پڙلاءُ پيس، "دادا..... دنيا ته مون کي پنهنجي دنيا مان ڏکي ڪڍيو آهي، ڇا تون به مونکي ڏکڻ ٿو چاهين؟ مونکي نه ڏڪ دادا، مونکان نه گهبراءِ."

اشوڪ پاڻ تي غالب پوڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. اڃان ٿورو اٿيو مس ته وري سندس ذهن ۾ ٽرين واري موهن جا وڏا وڏا ٽهڪ گونججڻ لڳا. موهن طنزي ۾ چئي رهيو هئو، "پاڻي تون آهين شاعر. تنهنجون ڳالهيون آهن نراليون. منهنجي ڳالهين کي پنهنجي چرتر تي حملو سمجهي نامعلوم ڇا جو ڇا چئي وئين. مون ته توکي اهوئي چيو جيڪو مان ڏسندو آهيان. تون شايد اهو نه به ڏسندو هجين، ڇاڪاڻ ته تون زمين تي رهندين به آسمان ۾ اڏامندو آهين. تنهنجون اکيون هونديون آهن بند، ان ڪري توکي کهڙي خبر ته جتي تون رهين ٿو اتي ڇا ٿئي ٿو ۽ ڇا نه؟ مونکي ٻڌاءِ، تو ڪڏهن اکيون کولي ڪٿمپ جي زندگيءَ جو سچو چتر ڏٺو آهي؟ ڪڏهن ڪڏهن هڪ اک کوليندو

هوندين مگر ان مان ڇا ٿيو؟ اشوڪ! جيڪڏهن هڪ اک سان تون ڪٿمپ جي ٽڙڪاٽو مکين پٽنچن جا ڪارناما ڏسين ٿو تہ ذرا ٻي اک کولي بيشرميءَ جو ننگو ناٽڪ بہ تہ ڏس نہ.“

۽ هو ٻالڪ چئي رهيو هئو، ”مونکان نہ ڊڄ دادا. مونکي جيڪڏهن طاقت هجي تہ پوءِ دنيا کي ايتري همت ڪيئن ٿئي جو منهنجي هيءَ دردشا ڪري. وڏي آءُ دادا!...... وڏي اچ نہ!“

تيز برسات ۾ هوا جا گهوگهاٽ ڪائنات کي ڪنبائي رهيا هئا.

ان وقت اشوڪ قميص لاهي پنهنجي هٿن ۾ ڪئي. آهستي آهستي نديءَ ڪناري تي پهچي هن قميص کي نديءَ جي پاڻيءَ سان ڌوتو. ۽ پوءِ ان ٻالڪ کي ان قميص ۾ ويڙهي پٽ تي رکيو. ندي زور شور وهي رهي هئي. هن چادرن ۽ ڪوٽ کي ويڙهي سيڙهي سرن درياہ ڪري ڇڏيو.

اشوڪ جو ان ڳالهہ ڏانهن ٿورو بہ ڌيان نہ ويو تہ سندس سيني ۾ ايتري همت ڪٿان اچي پرگهٽ ٿي هئي جو هو ان ٻالڪ کي ٻانهن ۾ کڻي پاسي وارن مسافرن ڏانهن وڌي رهيو هئو.

مسافر پنهنجي جهوپڙيءَ جو در پائي آرام سان آرام ڪري رهيو هئو. جهوپڙيءَ جي اڳيو لڳ، ڇٽن ٿنين تي بيٺل ڇت واريءَ جڳهہ ميدان، جتي برسات ۾ ڪرڻ کي جلايو ويندو آهي، پيلو تيڪر ۽ ڪوٺر ڪٿي. پاسي واري ميدان ۾ ڪڏ کوٽي اشوڪ ان ٻالڪ کي، قميص سوڌو ان ڪڏ ۾ پوريو.

۽ آخر ۾ موڪلائي ڪندي چيو، ”الوداع دوست الوداع!“

# (22)

ٻئي ڏينهن اشوڪ ۽ سندس پيءُ خانچند کي گنجين جي ڪارخاني واري سيٺ وٽان نوڪريءَ جو آربر اچي ويو. پورنماسيءَ جي رات جي ٽئين ڏينهن تي ئي هن کي نوڪريءَ تي چڙهڻو هئو. ڪلارڪي! سؤ ڏهہ ڏهہ ربيا پگهار.

۽ اهو تہ اشوڪ سوچي ڇڏيو هئو تہ جڏهن ڪيس نوڪري ملندي، هو يڪدم شانتيءَ کان نوڪري ڇڏائيندو. هاڻ هوءَ روز شالا ۾ ويندي. هاڻ هوءَ هندي بہ پڙهندي. مطلب تہ ڪيس سماج ۾ مستڪ اوچو ڪري اٿڻ ۽ ويهڻ جو موقعو ڏنو ويندو.

اشوڪ لاءِ آهستي آهستي زندگيءَ جا مسئلا حل ٿي رهيا هئا تہ هاڻ هو پنهنجي پيءُ کي اداس نہ ڏسندو. هاڻ هنجي پيءُ جا ٽهڪ هڪ دفعو وري موٽي ايندا. هاڻ سندس گهر ۾ پورا بسترا ۽ برتن هوندا. پوريون ڪٽون ۽ پيتيون هونديون. هاڻ هو ٻکيا ۽ نيم ننگا نہ رهندا. هاڻ هنجي گهر ۾ سون جا ليڪا لهندا. هاڻ اشوڪ جو چهرو پيلو نہ رهندو. هو کيل ڏسندو ۽ ڏيکاري سگهندو. هاڻ هو ساهت اُتارو تہ، خريد ڪري پڙهندو. مطلب تہ ڦلندو ڦولندو.

مگر ايترو ڪجهہ هوندي بہ اشوڪ جي آتما پريشان هئي.

ننڍو ٻالڪ ۽ ٻيا ويجهڙائيءَ جا واقعا سندس ذهن ۾ پيانڪ نمونئي ڦري رهيا هئا. اڃان ان ڏينهن ئي تہ موهن کي چيو هئائين، ”مون پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ استريءَ جي سندرتا ڏٺي آهي. مگر مون اتي ڏٺي پوترتا ۽ ڪوملتا، تازگي ۽ سڳند. جنهن جي احساس ۾ مونکي وشواس ٿي ويو آهي تہ جتي استري آهي اتي موهہ آهي، ممتا آهي ۽ تياڳ آهي.

ڪن سان ٻدل ڳالهين تي منهنجو وشواس ڪمزور ٿيندو. اهو مها

ڪنن آهي. مگر جڏهن ٻه، ڪنهن ٻه حالت ۾ جي منهنجي ان وشواس ۾ پنهنجو پاڻ ڪمزوري پيدا ٿي، تڏهن مان ويهن نهن جو زور لڳائي استري سنسار جي وچتر رچنا ۾ ٽپي پوندس ۽ ڏسندس ته اتي موهه ۽ تياڳ آهي ڪيئن واسنا ۽ بي شرمي."

۽ سگريٽن سان استرين جي پيٽ ڪرڻ ڪان پوءِ موهن چيو هئو، "اڄڪلهه حسن تمام سستو آهي. ٻي ٻي ريٽي ۾ چوڪري وڪامي رهي آهي. گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ حسن جو سؤدو ٿي رهيو آهي..."

هڪ وڏو ٽهڪ ڏيئي چيو هئائين، "بحث نه ڪر، سمجهڻ جي ڪوشش ڪر. هجيئي دل ته اڄ ئي هل. چانڊي منهنجي، خوبصورتي تنهنجي...."

۽ ڪماريءَ چيو هئو، "جو.... ڪملا هاڻ مردن لاءِ عيش عشرت جو وسيلو ٿي پيئي. هاڻ هوءَ انهن استرين جي سنگ ۾ اچي ويئي جن جي ڪرڻ جا ڪارڻ ڪهڙا به هئا. مگر بظاهر اهي بدچلن هيون. خبر ناهي ته انهن ۾ ڪملا جهڙيون ڪير ۽ ڪيتريون هيون. ڪملا کي ته هڪ ساٿيءَ جي ضرورت هئي. هڪ ان ساٿيءَ جي ضرورت، جيڪو هن جا دک، هنجا مسئلا، پنهنجا دک، پنهنجا مسئلا ڪري سمجهي....."

ان قسم جون ڳالهيون اشوڪ جي ذهن ۾ ڦري رهيون هيون. رات جو ٻه ڪيترائي پيرا ننڊ ۾ ڇرڪي اٿيو هئو.

سموري سماج غرق ٿي رهي هئي. مکي، پٽنچ، بسين جي ٽيڪن، ڪنڊ ۽ ڪير جي پائوبر وغيره جي ڪوٽائن ۾ پورا هئا. اخبارن وارا پاڻ ۾ الجهيا پيا هئا. مختلف سنستائن جا اڳواڻ اسٽول تي بيهي، ٻين جون گلائون ۽ پنهنجي ساراهه ڪري عوام جو وشواس وڃائي رهيا هئا. باقي ٽڪائي جا شنگ زور سان وڃي رهيا هئا ۽ ٻاوا ٻانيڻ دلپسند جاوا ڪري رهيا هئا. ها!.... البت ڪي ليکڪ ۽ شاعر هئا. جي ڪٿي نه ڪٿي گڏيا ٿي ۽ جن سماج کي جاڳائڻ لاءِ اسٽيج تي اچي ڪجهه نه ڪجهه چيو ۽ ڪيو پئي.

اوچتو اشوڪ جي ذهن ۾ هڪ ويچار ايري آيو. هن سوچيو ۽ خوب

سوچيو ۽ دل ئي دل ۾ ڪو فيصلو ڪري موهن جي گهر ڏانهن رخ رکيو.

هاڻ سندس دل ۾ آندمانڊ گهٽي قدر گهٽ هئي. موهن جي گهر پهچي چيائين، "موهن، او موهن!" موهن ٻاهر نڪري آيو. سندس ٻاهر ايندئي اشوڪ ڪيس ڪجهه اڳيان وڌي ويو ۽ آهستي چيائين، "ياد اٿيئي موهن ان ڏينهن تو چيو هو، اڄڪلهه حسن تمام سستو آهي؟"

"اهو مان هاڻ به چوان ٿو!"

"۽ تو اهو به چيو هو ته چاندي تهنجي، خوبصورتي منهنجي."

"مونکي ياد آهي."

"وڌيڪ چيو هوئي ته هجيئي دل، اڄ ئي هل."

"بلڪل ٺيڪ آهي."

"مان تيار آهيان."

موهن واٺڙو ٿي ويو. گنيير ٿي چيائين، "اشوڪ! توکي شايد خبر ڪونهي ته هاڻ مان مڱيو آهيان. ان ڪري مون انهن سيني ڳالهين جو تياڳ ڪري برهمچاريه ورت ڌارڻ ڪيو آهي."

اشوڪ ڪان ٿهڪ نڪري ويو.

موهن وڌيڪ گنيير ٿي چيو، "نه اشوڪ مان سچ ٿو چوان. اڄ ڪان پورو هڪ هفتو اڳ منهنجو مڱڻو ٿيو آهي. ۽ جڏهن ڪان منهنجو مڱڻو ٿيو آهي تڏهن ڪان مون انهن سيني ڳالهين جو تياڳ ڪري ڇڏيو آهي. چوڏس جي رات منهنجي شادي آهي. اهو ڏينهن منهنجو جنم دن آهي. ايڪويهون جنم دن."

ڪيس مان ٻتوئون ۽ ٻتوئين مان هڪ فوٽو ڪڍي اشوڪ ڪي ڏيکاريندي چيائين، "هيءَ ڏس، هيءَ آهي منهنجي ٿيڻ واي ڌرمپتني." مشڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين، "جيتوڻيڪ مون ڪيس ڏٺو ڪونهي مگر مان محسوس ٿو ڪريان ته هوءَ چا هوندي. چون ٿا ته به چار درجا انگريزي پڙهيل آهي. هندي به ڄاڻي."

"ڪجهه ڏي- وٺ؟"

"تنهنجو مطلب آهي ڏيتي ليتي؟" ڪلندي چيائين، "اهائي رواجي،

جيڪو هرڪو پيو وٺي. ست هزار ڪن ڏين ٿا. پيو ٽورا زيور ۽ ڪپڙا!"

اشوڪ مسڪرائي ڏنو.

"ڇو؟ تنهنجي پيشانيءَ ۾ هيءُ ريڪائون ڇو؟ گهبراءِ نہ اشوڪ. پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي. توکي بہ ڪجهہ گهٽ نہ ملندو. ست هزار نہ تہ پنج ضرور ملندءِ."

اشوڪ ڳالهين جو سلسلو بدلائيندي ڪلي ڇيو، "مگر تنهنجي تيار ٿي اچڻ جو ڇا؟"

موهن فوٽوءَ کي هٿوئين ۾ ۽ هٿوئين کي کيسي ۾ وجهندي ڇيو، "ان ڳالهہ تان لهي وڃين تہ بهتر."

"۽ تنهنجو انجام؟"

موهن مٿو کنهندي ڇيو، "تون مسخري تہ نٿو ڪرين نہ؟"

"چاندي ۽ خوبصورتيءَ جو سودو جيڪڏهن مسخري آهي تہ پوءِ مسخري ئي سهي!"

"تہ ڇگو ٻڌاءِ تون ٻن ڳالهين مان ڇا ٿو چاهين؟ گلي ملي چپ چمڻ؛ ڪين من جي پياس جي ترپتي؟"

اشوڪ کلندي ڇيو، "ان جو فيصلو بہ ڇا اڳ ۾ ڪرڻو پوندو؟"

"جي ها! ڇاڪاڻ جو انهن جا اڳهہ الڳ الڳ آهن."

"تہ پوءِ مان گلي ملڻ واري ئي ڳالهہ پسند ڪندس!"

"اشوڪ! منهنجي خيال ۾ تنهنجو اهو فيصلو رومانس جي سنسار ۾ پهريون قدم آهي. ڪٿي ائين تہ ڪونہ ٿيندو تہ چاهيندي هڪ قدم وڌڻ مگر وڌي بہ چار قدم ويندين؟"

اشوڪ وري بہ کلي ڇيو، "ان واڌ تي موهنکي ڪو ارمان ڪونہ ٿيندو."

"مگر سوال اڳهہ جو آهي."

"تون چنتا نہ ڪر موهن. ننڍي اڳهہ تان وڌي جيڪڏهن منهنجو قدم وڌي اڳهہ طرف وڌي ويو تڏهن بہ تنهنجي فيصلي واري مريادا ۾ ڪوبہ فرق

ڪونہ پوندو. وڏي اگهہ مان تنديو اگهہ ڪاٽي، باقي جو نمبر بچندو ان جو دام مان خود ٿي پري ڇڏيندس. تون بي فڪر رہ."

فيصلو ٿي چڪو. موهن وڃڻ کان اڳ چيو، "يلا ٻڌاءِ اشوڪ، هن حسين نازنين کي ٻڌايان ڇا تہ تون هڪ ليکڪ آهين؟"

اشوڪ ٺهڪ ڏيندي چيو، "موهن تون چانديءَ ۽ خوبصورتيءَ جو سؤدو ڪرڻ وڃي رهيو آهين، ڪنهن چيز جو مهورت ڪرڻ نہ!"

موهن مسڪرائيندو ويندو رهيو. ويو ۽ پوءِ رات جو اچي اشوڪ کي تاريخ، وقت ۽ آستان ٻڌايائين. تاريخ پورنماسيءَ جي رات واري؛ وقت اٺ بجا ۽ آستان هڪ ڪلب جا سماج سڌار جي نالي سان مشهور هئي ۽ جنهن ڪلب کي اڳتي هلي نامعلوم ڪنهن باهہ لڳائي پسم ڪري ڇڏيو. سماج سڌار ڪلب! جنهن جو موهن سرگرم ميمبر هئو.

پورنماسيءَ جي رات هئي، اشوڪ جي ڪنهن حسين نازنين سان ملاقات ۽ ساڳيءَ رات موهنيءَ جي شادي ۽ ان کان هڪ ڏينهن اڳ چوڏس جي رات موهن جي شادي. ۽ پورنما جي رات جي ٽئين ڏينهن تي هئي اشوڪ ۽ سندس پتا جي نوڪريءَ تي چڙهڻ جي تاريخ.

اشوڪ کي خيال ۾ رکي، ان چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ انساني زندگيءَ ۾، تمام ٿوري سمي جي اندر، ان قسم جا ايترا واقعا، بلڪل ٿورا ٿيندا آهن.

## (23)

پورنماسيءَ جي رات هئي.

اشوڪ مقرر وقت تي ڪلب جي سينگاريل ڪوٺيءَ ۾ پهچي ويو. ڪوٺيءَ ۾ گهڙڻ کان اڳ ٻن نوجوانن اچي ڪانئس سندس سچائپ پڇي. سڀ ڪجهه ٺيڪ ٻڌائي اندر گهڙي اشوڪ ڪڙو پائي ڇڏيو.

پلنگ جي نزديڪ، لئبرريءَ جي وڏي ڪباٽ مٿان، مهاتما گانڌي، ترنگي تصوير ۾ مسڪرائي رهيو هئو ۽ گلن سان سينگاريل پلنگ تي ويٺي هئي هڪ سندر ڪماري؛ جنهن اشوڪ جي اندر اچڻ سان پنهنجو مکڙو گهونگهٽ جي اوٽ ۾ لڪائي ڇڏيو.

ٽڪريءَ طرف واري دري کليل هئي جتان چندرما جي چاندي ڪمري ۾ گهڙي اليڪٽرڪ لائيٽ اڳيان پنهنجي هستي وڃائي رهي هئي. جتان اوير جي مٺي مٺي هير اچي رهي هئي. ۽ جتان ننڍڙي ٽڪري نهايت پياري معلوم ٿي رهي هئي. اشوڪ ڪماريءَ جي نزديڪ ايندي هڪ ڊگهو ساهه کنيو. گلن جي خوشبوءِ کان سندس دماغ تراوت سان پُر ٿي ويو. هن مٺي آواز ۾ چيو، "ڪماري."

پلنگ تي ويٺل ڪماريءَ کي ڪوبه جواب نه ڏيندو ڏسي اشوڪ وڃي سندس پاسي ۾ ويٺو ۽ بنا ڪنهن سپرش جي چيائين، "ڪماري ڇرڪ نه. مونکان نه گهٻراءِ. مان نه آيو آهيان تو وٽ من جي شانتي ڳولهڻ، تنهن ڪري تون منهنجي اچڻ سبب پريشان نه ٿيءُ. ڪماري تنهنجي خوبصورتيءَ جو قسم، مان اهو اِنسان آهيان، جنهن کي تمام دنيا ٺڪرائي ڇڏيو آهي. هڪ اهو اِنسان جنهن کي هت دنيا ۾ ڪوبه پيار نٿو ڪري."

ڪماريءَ جي گلي ۾ ٻانهن وجهي، سندس ڪلهي کي ٿورو زور ڏيندي اشوڪ چيو، "روءُ نه ڪماري، روءُ نه. پهرين ملاقات ۾ اِهي سڏڪا ٺيڪ نٿا لڳن. تون مسڪراءِ، کل، ٺهڪ ڏي، ايتري قدر جو تمام دنيا تنهنجي

ٿهڪن جي پڙاڏن سان گونججي اٿي. تو وٽ تہ سڀ ڪجھ آهي. جواني آهي. خوبصورتي آهي. چاندي آهي. سماج سڌار ڪلب آهي. ٻڌاءِ ڪماري رنگين ملاقات سان ڀرپور تنهنجي اِن زندگيءَ ۾ اِهي آنسون..... تنهنجي ڪنن ۾ اهي سِسڪيون، ڪي ٿهن؟"

هن ڪماريءَ کي ٿورو پاڻ طرف ڇڪيندي چيو، روءُ نہ ڪماري. تون بہ جيڪڏهن رئندينءَ تہ پوءِ ٻڌاءِ مان ڪيڏانهن وڃان؟ روئڻ واري دنيا ڇڏي تہ مان تو وٽ آيو آهيان، تنهن ڪري کِل دل کولي کِل. ڇاڪاڻ جو منهنجي اچڻ جو مطلب صرف تڏهن پورو ٿيندو."

ڪماريءَ جا سڏڪا بند ٿي ويا. مگر اُجان تائين هوءَ اچل، استر ۽ خاموش رهي. هاڻ اشوڪ کان رهيو نہ ٿيو. هن ڪماريءَ کي جيڪو پاڻ طرف ڇڪڻ جو ڍونگ رچيو هئو، ان جي مظاهري کي ترڪ ڪري هن بنيادي ڳالھ چوڻ شروع ڪئي، "ڪماري! ٻن ربين ۾ سڀ توسان هن ريت گلي ملن ٿا. سڀ پنهنجا چپ تنهنجي چپن تائين آڻي، دل کولي تنهنجي خوبصورتيءَ جو خزانو لٽين ٿا. ۽ ڏهن ربين ۾ هو پنهنجي بدسيرتيءَ جو رنگ توکي لڳائي، هميشه هميشه لاءِ توکي بدزيبو بڻائين ٿا. مگر تو ڪڏهن سوچيو آهي تہ چانديءَ ۽ خوبصورتيءَ جي ان سودي جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟" شرابين جيان اڌ اکيون بند ڪري، پنهنجو منهن ڪماريءَ جي منهن جي ويجهو ڪري چيائين، "صرف تباهي!" ۽ پوءِ آهستي چيائين، "تي سگهي ٿو تہ سيائي تون ڪنهنجي ماءُ ٿي وڃين، مونکي ٻڌاءِ پوءِ تون ڇا دنيا کي ائين چئي سگهندينءَ تہ، ها! اهو ٻار تنهنجو آهي! تنهنجو؟" ٿورو زور سان چيائين، "ٻڌاءِ ڪماري ڇا تو وٽ ايتري همٿ، ايتري صداقت آهي؟"

ڪماري وري بہ روئڻ لڳي. سِسڪيون پرڻ لڳي.

اشوڪ پلنگ تان اٿي اچي گانڌي جيءَ جي تصوير سامهون بيٺو ۽ گنڀير نوع ۾ چوڻ لڳو، "باپوجي! اسين هندستاني، فخر سان چوندا آهيون تہ اسان جي هندستان جي سيتا ۽ سنسڪرتي تمام دنيا جي سيتائن ۽ سنسڪرتين کان اوچ آهي. اسين يورپ ۽ آمريڪا وغيره ملڪن جي رهڻيءَ

کھٹيءَ تي نکتہ چيني ڪندي چوندا آهيون تہ هن ۾ بداخلاقي تمام گھٽي آهي. بي وفائي ۽ دوکيبازي تہ ڪين گويا ابن ڏاڏن کان ورثي ۾ مليل آهي. وغيره وغيره. مگر ڇا انهن ملڪن ۾ بہ هندستان جي اوچي سيتا ۽ سنسڪرتي واري ملڪ جيان ٻارن کي ٻي قائدي جڻي، چادرن ۾ ويڙهي، ٻوساٽي ماري، درياه جي ڪنارن وغيره تي ڦٽو ڪيو ويندو آهي؟"

آتما کي وياڪل ڪندڙ پيڙا جي احساس جي اڏين تي هن ڪماريءَ جي سامهون ايندي زور سان سندس ڳلي تي هڪ چماٽ نڪاءُ ڪئي ۽ چيو، "ڳلي ملي ڇپن ملائڻ جا بہ رِيا، من جي پياس جي ترپتيءَ جا ڏهہ رِيا، مگر هن چماٽ جو گهٽو؟"

اشوڪ جي ان قدم تي جيڪر ڪابہ استري بغاوت ڪرڻ ڪانسواءِ رهي نہ سگهي. ان درجي تي هوندي بہ خاموشي شايد سندس استريپٽي جي سياءُ جي خلاف هڪ وڏي للڪار هجي.

مگر هن ڪماريءَ ۾ تہ گويا بغاوت ڪرڻ جي طاقت ئي نہ رهي هئي.

چماٽ لڳڻ سان سندس چهري تان اهو ڪارو گهونگهٽ دور هٽي ويو. چندرما ڪارن ڪڪرن جي اوٽ مان نڪري ظاهر ٿيو ۽ ان سان گڏ، ڪن پل لاءِ اشوڪ جا هوش حواس ويندا رهيا.

پلنگ تي ويٺل ڪماري، ڪماري ئي هئي. هاڻ سندس سڏڪا بند ٿي ويا. تہ هاڻ هوءَ ڄڻ هڪ پٿر جي مورتي لڳي رهي هئي. جنهن جي اکين مان بيوسيءَ گويا ڇيخون ٿي ڪيون.

پاڻ تي غالب پوندي اشوڪ چيو، "ڪماري!... تون!!... اوهہ هاڻ سمجهہ!!! سمجهہ تہ تنهنجي خاموشيءَ جو سبب ڇا هو؟... پر.... هاڻ تون خاموش ڇو آهين؟.... ان ڏينهن ڪملا جي حالت ٻڌائيندي تو تہ روئي ڏنو هو نہ. پوءِ هاڻ پنهنجي حالت تي خاموش ڇو آهين؟.... ڪملا کي تہ هڪ جيون ساٿي ڪپندو هو، مگر توکي ڇا؟... ڇا چاندي؟" اکين ۾ آيل آنسن کي اکين ۾ ئي روڪڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي چيائين، "اف ڪماري!.... نامعلوم ڇو اوهان ڪماريون اهو ڇو ڪانہ ٿيون سوچيو تہ قدرت توهان ۾ هڪ وڏي

ڪوٽ رکي آهي. اسين مرد.... پاپ ڪري سولائيءَ سان پاپ لڪائي سگهون ٿا. مگر توهان کي ڪو اهڙو هنڌ سُجهي جتي توهان پنهنجي پاپ جي ڳنڙي لڪائي سگهو...؟“ ۽ پوءِ اشوڪ دردناڪ آواز ۾ ڪماريءَ کي برساتي ڪوٽ ۾ ويڙهيل، پوساتي ماريل ٻار جي ڪهاڻي ڇٽي ٻڌائي.

۽ ڪماري اُٿندي چيو، ”مان آهيان اها بدنصيب ڪملا! ها اشوڪ مان آهيان اها ڪملا. مون ٿي جيون جيون ساٿيءَ جي کوج ۾ پنهنجو پاڻ لٽايو آهي. مگر افسوس جو هن دنيا ۾ ڪوبه اهڙو ڪونهي، جو منهنجو ساٿي بڻجي! جو مونکي پنهنجو بڻائي!! جو مونکي پيار ڪري!!!“

اشوڪ وسميءَ ۾ پئجي ويو.

ڪملا اچي سندس پاسي ۾ ويٺي ۽ پوءِ پنهنجي ٻنهي هٿن سان سندس ساڄي ٻانهن کي پڪڙي چيو، ”ڇا مون کي هن ديوتا جي چرنن ۾ جڳهه نه ملندي؟“

اشوڪ پاڻ ڇڏائي چيو، ”اهو ناممڪن آهي!“

ڪملا چيڙائڻ نوع ۾ چيو، ”چاندي ڏيئي جيڪڏهن توهان ڪنهنجي خوبصورتي خريد ڪري سگهو ٿا ته ڇا پنهنجو ديوتاپڻو ڏيئي ڪنهنجو گناهه نٿا خريد ڪري سگهو؟ جونڌا آهن ته پارس نالي واري چيز، لوهه کي به سونو بڻائي ڇڏيندي آهي، پوءِ ڇا تون پنهنجي چرتر جي چمڪاٽ سان منهنجي جيون جو انڌيرو دور نه ڪندين؟“

اشوڪ سڀ ڪجهه ٻڌندي به، ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇيو، ”مگر تو منهنجي چماٽ جي قيمت جو اگهه نه ٻڌايو ٿي ڪونه.“ وري طنزي نوع ۾ مشڪي چيائين، ”خير اِن جي ڪا خاص تڪڙ نه آهي. گهر ته ڏنوئي اٿيئي اچي ٻڌائي ڏيندي‌ءَ ته شڪر گذار رهندس. قيمت ته ڏيندس مگر مهمانوازي به ڪندس. پيو نه ته ڇانهه بسڪيٽ ٿي سهي!“

اٿي چئي، هو دروازو کولي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو. ڪملا ڏسندي رهي.

سنڌيا سمي پنور ڪليءَ وٽ آيو. مگر ڪليءَ اجان پنکڙيون واريون ٿي ڪانه ته پنور اڏامي ويو.

## (24)

جا سڙڪ اشوڪ پار ڪري رهيو هئو، اُن سڙڪ ۽ موهنيءَ جي شادي واري شاميانيءَ جي جڳھ جي وچ ۾ هڪ شاهي ميدان هئو. گپ چڪ سان ڀريل ميدان ۽ جنهن جي پار شاميانيءَ جي ٻاهر بئنڊ باجا وڄي رهيا هئا.

اشوڪ هڪ نظر ميدان جي پاسي وارن گھاٽن وڻن ڏانهن وڌي. آسمان ۾ چندرما، چانڊني ڇلڪي رهيو هئو؛ مگر انهن وڻن چانڊنيءَ کي پنهنجي ٻانهن ۾ روڪي، پنهنجي پرڇانئين سان هيٺان ڦهيل ڪچي رستي کي پنهنجي قدمن ۾ لڪائي ڇڏيو هئو.

اشوڪ اهوئي رستو ورتو. مگر ان جي منهن ۾ بيٺل نظر آيس موهن. موهن جنهن جي ڪالھ شادي ٿي گذري هئي. هو تار ٽيليگراف جي ٿنڀي کي پٺي ڏيو نامعلوم ڇا سوچي رهيو هئو. سندس اوسي پاسي ڪير به نه هئو. اشوڪ کي ڏسندي گويا رڙندين چيائين، "اشوڪ!"

اشوڪ سندس ويجهو ايندي چيو، "ڇو موهن، ڇا ڳالھ آهي؟ ڪالھ شادي اڄ غم؟"

موهن تڙڦندي چيو، "اشوڪ مان لٽجي ويس!"

اشوڪ مشڪي چيو، "ڇو موهن- ڇا ڏيتي ليتيءَ ۾ مليل سونو، ٻاهران سچو اندران نقلي نڪتو آهي ڇا؟"

موهن واڪو ڪري چيو، "سونو ته سچو نڪتو مگر هوءَ سچي نه نڪتي. منهنجو مطلب آهي ته جو فوٽو مونکي موڪليو ويو هو سو برابر ان جو هو؛ جنهن سان مون شادي ڪئي آهي؛ مگر ان وقت جو نڪتل جڏهن هوءَ اهڙي نه هئي. جهڙي اڄ آهي. اشوڪ مان لٽجي ويس. مان برباد ٿي ويس. هوءَ ته سماج سڌار ڪلب جي ميمبر نڪتي. جنهن کي صرف مون ٿي نه بلڪ.... سچ اشوڪ.... سچ هوءَ ڇرتر هيڻ نڪتي." ٿورو عجب ۾

چيائين، ”پر تون مشڪي چو رهيو آهين. ڇا توکي پنهنجي دوست جي زندگيءَ ۾ ڪا دلچسپي ڪونهي.“

”دلچسپي آهي، صرف انهيءَ ڪري ئي تہ مشڪي رهيو آهيان.“ نذر تي ڪلندي چيائين، ”دنيا ۾ ان ڪان وڌيڪ ڪهڙي مزي جهڙي ڳالهہ ٿي سگهي ٿي تہ هڪ لٽيندڙ خود لٽجي وڃي تہ هڪ تباهہ ڪندڙ خود تباهہ ٿي وڃي!“ اشوڪ بلند آواز ۾ چيو، ”جتي انسان جو هٿ پهچي نہ سگهندو آهي اتي قدرت ڪم ڪندي آهي موهن. تہ لٽيندڙ کي لٽجڻو ئي پوندو. تباهہ ڪندڙ کي تباهہ ٿيڻو ئي پوندو.“

ائين چئي اشوڪ اڳيان وڌي ويو.

۽ موهن ڏسندو رهيو. وويڪي اگ ۾ جلندو رهيو ۽ پوءِ هڪ طرف وڌي ويو.

اشوڪ اڳيان تہ وڌيو مگر سچ سان سندس پيار ڪندڙ جذبا پٺيان رهجي ويا. ۽ صرف اِهوئي سبب هئو جو هو واٽ ويندي وچ ميدان تي روڪجي ويو.

سندس ذهن ۾ ايري آيل ڪملا چئي رهي هئي، ”چاندي ڏيئي جيڪڏهن توهان ڪنهن جي خوبصورتي خريد ڪري سگهو ٿا تہ ڇا پنهنجو ديوتاپڻو ڏيئي ڪنهن جو گناهہ نٿا خريد ڪري سگهو؟ چوندا آهن تہ پارس نالي واري چيز، لوهہ کي بہ سونو بڻائي ڇڏيندي آهي، پوءِ ڇا تون پنهنجي چرتر جي چمڪاٽ سان منهنجي جيون جو انڌيرو دور نہ ڪندين؟“

ڪنهن وقت جي لکيل سندس ڪهاڻيءَ جي طوائفا ڪردار، ڪملا جي مک مان چوڻ لڳي، ”اشوڪ بابو! جيڪڏهن وشا ڪنهن جي ماءُ ٿي سگهي ٿي تہ پوءِ ڇا هن کي هن دنيا ۾ اِهو اڌيڪار نہ آهي تہ هوءَ پنهنجي گناهہ جي احساس کيءَ پاپ جو پراشچت سمجهي ڪنهن جي زال ٿئي؟“

”نرا ڪملا ڳالهين نهار....“ هوءَ چوندي رهي، ”هن کي تہ هڪ ساٿي کپي. هڪ اهو ساٿي، جيڪو هنجا دک، پنهنجا دک ۽ هنجا مسئلا پنهنجا مسئلا ڪري سمجهي. جو هن کي پنهنجو بڻائي. جو هن کي پيار ڪري.“

سندس ذهن ۾ ايري آيل ڪملا جي تصوير وڌيڪ صاف ۽ چٽي ٿي ويئي. اهائي ڪملا جنهن کي پهرين هن ڏسي محسوس ڪيو هئو تہ هوءَ گويا اکنڊ سماڌي مان اٿي آئي هئي. سندس ذهن ۾ جتي هڪ قسم جي اونده هئي؛ روشني ڦهلجي ويئي هئي.

۽ هاڻ شوخ اکين ۾ مسڪراهٽ رکڻ واري ڪملا نگاهن ۾ غم جي گهراڻ ڪٺي چٽي رهي هئي، "ڪنهن نر آڌار جو آڌار بڻجي، ڪنهن جي زندگيءَ جو سهارو بڻجڻ وڃڻ، ايتري طاقت آهي تو ۾؟"

۽ پنهنجي ذهن ۾، سندس ٿي شخصيت زور زور سان ٺهڪ ڏيئي چوڻ لڳي، "صرف هڪ ٿي چماٽ چو؟ هڪ لت بہ هٽينس هان نہ... آها..... کهڙي نہ فرسٽ ڪلاس چماٽ لڳائو ڪيئہ ڪملا کي... چماٽ لڳڻ سان سڏڪا ٿي بند ٿي ويس... آخر بہ هوءَ چرترهين هئي نہ..... آخر بہ هن پنهنجي گهر سنسار کي تباهہ ٿي وڃڻ کان بچائڻ لاءِ پاڻ کي تباهہ ڪيو هو نہ..... هڪ ٻي بہ هٽينس ها... چو تہ ڪيس هن سنسار ۾ جيئڻ جو ڪو اڌيڪار ڪونهي نہ..... چو تہ سندس ان جيئڻ کان پاڻ ماري هچا ڪرڻ لک بار بهتر آهي نہ..... چو تہ..... آپگهات، اخلاقي طرح مرڻ واري پاپ کان ڪنهن بہ حالت ۾ "مها" نہ آهي نہ."

اشوڪ زور سان چلايو. "ڪملا!"

۽ اڳرين تي ڳٽڻ جيترا قدم دور ڪڙي هئي ڪملا.

پورنماسيءَ جي چندرما جي چانڊني، ٻن تارين جي وچ مان رستو صاف ڪري اچي ڪملا جي چهري تي پيئي. اشوڪ ڊوڙ پائي اچي سندس اڳيان بيٺو ۽ تڙقائيندڙ نوع ۾ چوڻ لڳو، "توکي هڪ ساٿي کپي نہ ڪمل. جو تنهنجا دک؛ پنهنجا دک ۽ تنهنجا مسئلا؛ پنهنجا مسئلا ڪري سمجهي؟.... جو توکي پنهنجو سمجهي؟ جو توکي پيار ڪري؟.... مان تيار آهيان ڪمل، مان تيار آهيان!"

خاموش ڪملا تعجب مان اشوڪ ڏانهن نهارڻ لڳي.

اشوڪ سندس ٻازن کي پڪڙيندي چيو، "نہ ڪمل .... مان توکي

مارينداس ڪونہ.... سچ ڪمل مون محسوس ڪيو آهي تہ تون مارڻ جهڙي نہ؛ پيار ڪرڻ جهڙي آهين. تہ مان تنهنجو صرف همدرد ئي نہ، همراهي بہ ٿيندس. زندگيءَ جي شاهراه جو همراهي.“

۽ نامعلوم ڪهڙي پيڙا کان وياڪل ٿي ڪملا پنهنجو منهن اشوڪ جي سيني ۾ لڪائي سسڪيون ڀري روئڻ لڳي.

اشوڪ سندس ڪاڌيءَ تي هٿ رکي، سندس چهري کي مٿي کندي چيو، ”روئي رهي آهين ڪمل...! تون پنهنجو مکڙو منهنجي سيني ۾ لڪائي روئين، ڀلا مان ان کان وڌيڪ ڇا چاهيندس؟ منهنجي لاءِ دنيا ۾ ڪهڙي ڳالهہ ان کان وڏي ٿي سگهي ٿي؟ ڀل روءُ ڪمل. تون روئنديينءَ، مان توکي روڪيندس ڪونہ. ڇو تہ منهنجو پنهنجو اهو وشواس آهي تہ جتي آنسون ناهن، جتي مسڪراهٽ ناهي، جتي ڪنهن سيني ۾ ارمان نٿا تڙڦن، جتي ڪنهن دل ۾ اُدما نٿا اُٿن، اتي زندگي نہ، موت آهي. زندگيءَ جو موت!“

۽ ڪملا ڏٺو تہ اشوڪ بہ روئي رهيو هئو.

آسمان ۾ چندرما چانڊني ڇلڪي رهيو هئو.

ڀنور ڪليءَ وٽ آيو.

۽ ڪليءَ پنکڙيون ورائي ڇڏيون.



نيو فيلڊس جا جون ۽ جولاءِ ۾ نوان ايندڙ ڪتاب

# اوڙاه

## مصنف: غلام نبي مغل

سراج جي ناولن "پڙاڏو سوئي سڏ" ۽ "مرڻ مون سين آءُ" کان پوءِ تاريخ جي پس منظر ۽ موجوده حالتن تي لکيل هڪ اهڙو ناول جنهن ۾ سنڌين کي پنهنجي بقا لاءِ روزانو سوين جوڙا قربان ڪرڻا پوندا هئا. پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏڻا پيا. دربدر جون ٺوڪرون کائڻيون پيون، پنهنجون عزتون اکين اڳيان لٽجندي ڏسي بيوسي جي عالم ۾ سواءِ رت جا ڳوڙها ڳاڙڻ جي، ڪجهه نه ڪري ٻي سگهيا. موت جو راڪاس سنڌين سان پاڇي وانگر هر وقت گڏ هوندو هو. ڪاٻه جاءِ سنڌين لاءِ محفوظ نه رهي هئي. اهڙين حالتن ۾ جڏهن سنڌين متحد ٿي يڪراءِ فيصلو ڪيو ته......: ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل- 410 صفحا- خوبصورت ٽائيٽل- پڪي جلد ۾- قيمت =/150 رپيا.

## الطاف شيخ جو پنجن سالن کان پوءِ
## سئيڊن ۽ اتر يورپ جو نئون شايع ٿيندڙ سفرنامو

# اچن جي ملڪ ۾ اسين ڪار!

هن نئين سفرنامي مان ڪنيل ڪجهه عنوان:

* ڪراچيءَ کان ڪوپن هيگن تائين پيش ايندڙ دلچسپ ڳالهيون * جهازن جو مالڪ ڪنڌ وني روني * عقل وڏو يا پاڏو * سمنڊ ۾ ٻڏي مرڻ پوءِ جي ڳالهه آهي * فاربنر کي کهڙي نانگ کاڌو آهي * يورپ جي ٿڌي هوا کان برف ڪوسي * هر ڳالهه ۾ اسان پاڪستاني ليٽ * ڪئپٽن ڪڏهن به رستو نه ڀلبو آهي * جهاز رانيءَ لاءِ ڇا ضروري آهي * سئيڊن ۾ ٻهرين عيد * سمهڻ ڪبي يا صفائي * ربڊ انڊين کان سبق حاصل ڪريو * حسين حبشڻ- گهانا جي ايلس * گيانا جو مسٽر انگلش * آفريڪا جا شيدي * يورپ ۾ مسلمانن جو مسئلو * يورپ جي ويڪ اينڊ * ماڻهو ولايت ۾ ڇا لاءِ رهي ٿو * عرب به سستي مارڪيٽ ڳوليندا وتن * ٻار ٻالجي يا ڪتو * وچ واريون نوجوان ڇوڪريون * روسي اسان جا مائٽ * روزو ۽ شراب * حبشي ديو آدم بوءِ آدم بوءِ ڪندو ايندو * عربي ڊريس ۽ سنڌي ٽوپي * جوتن جو خيال رک * جهازن جا مالڪ فرشتا نه آهن، وغيره وغيره. تنهن کانسواءِ 20 صفحن تي خوبصورت تصويرون ڏنل- ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل- صفحا 225- خوبصورت ٽائيٽل- پڪي جلد ۾.

نيو فيلڊس جا جلد نوان ايندڙ ڪتاب

## اوڙاه

(ناول)

مصنف: غلام نبي مغل

## اچن جي ملڪ ۾ اسين ڪارا

(سفرنامو)

مصنف: الطاف شيخ

## ڪٿي ته پڄبو ٿڪ مسافر

(سفرنامو)

مصنف: شيخ اياز

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.
جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.
ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.
ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪلائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)